# ناشر طرفان ٻه اکر

هن رسالي کي ٻارن جو رسالو سڏيندي، اسان کي جيڪي سو حجاب ۽ حذر محسوس ٿئي ٿو: ڇو ته ڪيتريءَ عمر واري ٻار کي ”ٻار“ سمجهي، ”ٻارن جو رسالو“ پيش ڪجي- اهو البت هڪ مشڪل مسئلو آهي. ٻارن جا سمجهدار ماڻهو ۽ نفسيات جا ماهر ڄاڻن ٿا ته ڄمڻ گهڙيءَ کان وٺي ٻار جي آڌو تجربي ۽ ڄاڻ جي دنيا ڪيتري نه تڪڙي تڪڙي وڌندي ۽ وڌي ٿيندي ٿي رهي، ۽ پنهنجا ۽ پنهنجي آسپاس جا راز هڪبئي پٺيان ڪيتريءَ نه باقاعدگيءَ سان هر وقت مٿس کُلندا ۽ ظاهر ٿيندا ٿا رهن! ذهني اوسر ۽ تربيت جي هن لاڳيتي ۽ بي انت سلسلي جي اها ڪهڙي منزل آهي، جنهن تي پهچي، ٻار ”ٻار“ نٿو رهي، ۽ ڦري ”وڏي“ سڏجڻ جي لائق ٿو بڻجي- اهو فيصلو آخر ڪيئن ٿئي! يا مرڳو ئي اِن ڳالهه جو فيصلو ”بزرگي بعقل است نه بسال“ واري مقولي تي ڇڏي ڏجي! ٻار ”وڏن کان وڏا“، ۽ وڏا ”ٻارن کان ٻار“ به شروع کان ئي مڏ ٻا پئي آيا آهن. انگريزيءَ جي جڳ-مشهور شاعر، وليم وردس ورٿ، جو قول آهي ته ”ٻار انسان جو ابو آهي“. هيڏانهن اسان جي سنڌي شاعريءَ جي سدا جيئري ”شاهه“ جي تلقين پڻ اهائي آهي ته ”ٿيءُ ٻاراڻيءَ ٻوجهه، ته ’سپيريان‘ جي سات مڙين!“ پنهنجيءَ جاءِ تي، هيءُ به هڪ قابل غور نُڪتو آهي ته ڪهڙي اها ”ٻاراڻي“ ڳالهه ٿي سگهي ٿي، جنهن مان وڏا، پنهنجي منهن، لطف اندوز ۽ مستفيد ٿا ٿي سگهن؛ يا ڪهڙي اها ”وڏي“ ڳالهه سوچي سگهجي ٿي، جنهن ۾ ننڍن لاءِ دلچسپيءَ ۽ رهبريءَ جا سامان موجود نه هجن! - ڳالهه جو ڍنگ البت هر ٻڌندڙ ۽ ٻڌائيندڙ جي حالت ۾ پنهنجو پنهنجو ٿي سگهي ٿو. مطلب ته هن رسالي کي ”ٻارن جو رسالو“ سڏيندي، ان ۾ ڪهڙيون ڳالهيون پيش ڪجن ۽ ڪهڙيون نه ڪجن- اهو مسئلو اسان لاءِ (۽ شايد اسان جي اديبن لاءِ پڻ) واقعي هڪ منجهائيندڙ مسئلو آهي.

هيءُ مسئلو اسان لاءِ هين ڪري به منجهائيندڙ آهي، جو آزاديءَ جي گذريل ڏهن ٻارهن سالن جي سموري عرصي ۾، ٻارن جي ادب جي ڪا ٻه (شمار ۾ اچڻ

- گل ڦل

١-٩-١٩٥٩ع

جهڙي ) تخليق ۽ اشاعت اسان وٽ عمل ۾ ڪانہ آئي اهي؛ ۽ هوڏانهن، ان کان
آڳ واري عرصي ۾ جيڪي ڪجهہ آن صنف ۾ اسان کي مهيا ٿي سگهيو، سو پيهر ڇاپي ۾
نہ اچڻ سبب، اسان وٽان ائين گم ٿي ويو، جو اسان جي پڙهندڙن توڙي لکندڙن
پنهي لاءِ ڄڻ اهو ڪڏهن پيدائي ڪونہ ٿيو هو! ادب جو وڻ فقط تڏهن ڦلدار ٿيو
آهي، جڏهن ان جون پاڙون پاتال ۾ هونديون آهن! تاريخ ۽ روايت جو هڪ
ڏگهو سلسلو گهرجي، جو ڪو ٿورڙو ادب بہ پيدا ٿي سگهي. اڄ، جو اسان جي
سموري سنڌي ادب تي ايترو سڪتو طاري آهي - جو اڪثر لکندڙ، ايڊيٽر ۽
پبلشر پنهنجين بنهہ ڪِنَ جهڙين لکيتن ۽ ڊير تي اچلڻ جهڙين "پيشڪشن" تي
هڪ طرف پنهيليا، "ميان منو" بنيا، جڳ جهان تي ڪاوڙيا ۽ آڪريا ويٺا آهن، تہ
ٻئي طرف اسان جي باذوق پڙهندڙن ڪي سنڌن انهن "شهپارن" ڏانهن منهن
ورائي ڏسڻ بہ گواره ڪونهي - سو فقط اِن ڪري، جو اسان ٻئي ڌريون، لکندڙ توڙي
پڙهندڙ، پنهنجي ادبي ورثي کان واقف ڪين آهيون. ۽ ان ۾ شايد ڪنهن جو
ڪو خاص ڏوهہ بہ ڪونهي - اسان جو ادبي ورثو هن وقت تقريباً ناپيد آهي -
جيڪڏهن ڪو اڄ ان مان استفادو ڪرڻ گهري، تہ جو ڪجهہ ڪنهن
زماني ۾ ڇپيو، سو گهڻو تڻو اسان وٽ موجود ڪونهي، ۽ جو اڃا ڇپجي ميدان ۾
ئي نہ آيو آهي، ان جي انداز ۽ عظمت جي شناس جو تہ ڪنهن لاءِ ڪو سوال ئي
ڪونہ ٿو اٿي! ڪلاسيڪي ادب معيار ۽ سونهون ٿيندو آهي جديد ادب لاءِ، ۽
جديد ادب معيار ۽ سونهون ٿيندو آهي ادب جي نت نئينءَ ۽ بهتر تخليق لاءِ.
جيڪا زبان پنهنجي ادبي ورثي جي اثر ۽ رهبريءَ کان ايتري محروم هجي، ان
جي لکندڙن ۽ پڙهندڙن جي ذوق ۽ پرک جي تربيت، ان حد تائين، ناممڪن
آهي: ۽ جيئن زندگيءَ جي ٻيءَ هرچيز ۾، تيئن فن ۽ ادب جي پرک ۽ پيدائش
جي سلسلي ۾ پڻ، بدذوقي بيذوقيءَ کان هميشه زياده هاڃيڪار ۽ بدتر ثابت ٿيئي
ٿي. هن نقطہ نگاهہ کان، اسان جي ٻارن جي ادب جو معاملو تہ پاڻ زياده نازڪ
۽ قياس جوڳيءَ حالت ۾ آهي. ادب جي هن اهم صنف ۾ هوندي بہ اسان وٽ
ايترو گهڻو مواد پيدا ڪونہ ٿي سگهيو، پر جو ڪجهہ پيدا ٿيو - سوين ننڍا وڏا
ڪتاب، اخبارون ۽ رسالا، وغيره - تنهن سڀ جو اڄ اسان وٽ نالو نشان بہ
موجود ڪونهي. ظاهر آهي تہ ههڙيءَ طرح، جڏهن معيار ۽ سونهپ لاءِ اسان

ـ گل قل



١-١٩٥٩ع

جي سامهون هن قسم جي ادب جي ڪا خاص روايت موجود نه آهي، تقريباً نئين سر
هن ميدان ۾ قدم رکندي، اسان کي ۽ اسان جي اديبن کي جيڪڏهن ڪجهه
هٻڪ ۽ اٽڪاءُ محسوس ٿئي، ته اها ڪا غير معمولي ڳالهه ڪانه چئبي- نه فقط
ايترو، پر آن سلسلي ۾ اسان جو هي احتياط ۽ تذبذب ممڪن آهي ته اسان جي
پنهنجي اوڻاين جي احساس ۽ انهن کي پوري ڪرڻ جي فرض شناسيءَ جو ئي نتيجو
هجي! - ۽ اسان جي دعا آهي ته شل واقعي ائين هجي!

ٻارن لاءِ پنهنجي ٻوليءَ ۾ ادب پيدا ڪرڻ جو فرض-ان ٻوليءَ ۾ جيڪا
اسان کي بيحد پياري آهي، جنهن جي دائمي زندگيءَ ۾ اسان کي پورو يقين آهي،
جنهن جي روشن مستقبل جي ضمانت لڳي پڳي وري به اسان جا اِهي ٻارئي آهن-
هڪ اهڙو فرض آهي، جنهن جي اهميت جو احساس اسان مان جنهن کي جيترو هجي،
اوترو بهتر. هونئن ته ٻارن جي ادب ۾ هر آها چيز شامل سمجهي سگهجي ٿي،
جنهن جو سمجهڻ ۽ سکڻ ٻارن لاءِ ضروري آهي- يعني، انسان جي تجربي ۽ ڄاڻ
جي آها ڪل حاصلات جيڪا جڳن کان انسان ذات وٽ جمع ٿيندي پئي آئي آهي
(جنهن لاءِ هر علم ۾ ٻارن جي لازمي درسي ڪتابن توڙي اضافي معلوماتي ڪتابن
جي خاطرخواه تياري ۽ اشاعت اچي وڃي ٿي)؛ پر خالص ادب جي دائري ۾، جتي
انسان جي انفرادي ۽ اجتماعي زندگيءَ جا پُرپيچ ۽ گوناگون مظهر، ٻاجهاري انداز
۽ دلنشين پيرايي ۾، بيان ٿيندا آهن، جيڪڏهن خالص ٻارن جي زندگيءَ کي بيان
جو موضوع بڻايو وڃي، ته شايد زياده مناسب ۽ بهتر ٿئي. بادشاهن ۽ سوداگرن،
جنن ۽ پرين، پکين ۽ جانورن جون آکاڻيون؛ ڳجهارتون، چرچا ۽ ٽوٽڪا؛ ناميارن
ماڻهن جون سليس ۽ دلچسپ انداز ۾ لکيل سوانح عمريون، ۽ انساني تاريخ ۽ تمدن
۾ انهن جي عظيم ڪارنامن جا تفصيل ۽ بيان-اهي ۽ اهڙيون ٻيون سڀ چيزون،
پنهنجيءَ جاءِ تي، ٻارن لاءِ بيحد ڪارائتيون ۽ ڪافي وندرائيندڙ ٿي سگهن ٿيون:
پر ٻارن جي پنهنجي زندگي-جنهن ۾ ڏک به اٿاهه آهي ته خوشي به بي انت؛ جنهن
جي حسرتن ۽ مسرتن جو ڪو ڪاٿوئي ڪونهي؛ جنهن جي پسند ۽ ناپسند، جنهن
جا ارادا ۽ عمل معصوميت ۽ محبت جا شاهڪار؛ جنهن جون اميدون ۽ حاصلاتون
هي، جو چنڊ جي گهر ڪن، ته آرسيءَ ۾ ان جي ڇاڇي تي انهيءَ ئي مهل خوش ٿي
وهي رهن!- ٻارن جي هيءَ بنهه پنهنجي زندگي به ادب لاءِ نت نوان ۽ لاثاني

- گل ڦل



۱۹۵۹-۱۰ع

موضوع مهيا ڪري سگهي ٿي. اسان جا اديب ۽ دانشور، ٻار کي پنهنجو موضوع يا مرڪزي ڪردار بنائي، پنهنجن مضمونن، افسانن، ناٽڪن، ناولن ۽ شعر و شاعريءَ جي مختلف صورتن ۾، جيڪڏهن ٻارن جي هن ننڍي زندگيءَ جي عڪاسي ڪن، ته ٻارن جي ادب جون جديد تقاضائون شايد بهتر ۽ زياده ڪارآمد انداز ۾ پوريون ٿي سگهن ٿيون. پر هن ڪم ۾، مناسب مطالعي ۽ مشاهدي سان گڏ، ظاهر آهي ته گهري فڪر ۽ ڀرپور محنت جي ضرورت آهي - ۽ اهي ئي خصلتون آهن، جي هر اديب ۽ فنڪار لاءِ هميشه ۽ هرهنڌ فخر جو باعث رهيون آهن، ۽ هُن جي ادبي ۽ فني تخليق جي ڪاميابيءَ ۽ مقبوليت جي ضمانت به سندس انهن ئي اوصافن ۾ موجود آهي.
اسان کي يقين آهي ته اسان جا مهربان ۽ مشفق اديب - ٻارن جا پيءُ ماءُ، ٻارن جا ڀائر ڀينر، ٻارن جا استاد، ۽ ٻارن سان پيار رکندڙ ٻيا سڀئي اسان جا همڪار ۽ ساٿي - اسان جي هن پهرئين "ٻارن جي رسالي" کي ڪامياب بنائڻ ۾ اسان جو سات ڏيندا؛ ۽ ڪجهه پنهنجي ٻاراڻي زندگيءَ جي يادگيرين مان، ڪجهه پنهنجي اولاد، ڀائرن ڀينرن، شاگردن ۽ پاڙي اوڙي جي ٻارڙن جي ڏک سک ڀريل زندگيءَ جي مشاهدن مان، ڪي نه ڪي سبق آموز ۽ ادب آفرين چيزون اشاعت لاءِ اسان ڏانهن هميشه موڪليندا رهندا، ته جيئن اسان جي ٻوليءَ ۾ ادب جي هن لطيف ۽ ٻاجهاريءَ صنف جي جيڪا اڻاٺ آهي، اُن جي ڪنهن حد تائين پورائي ٿي سگهي.

هن رسالي جي اجراء جو اعلان ڇهه ست مهينا ٿيندا، جو اسان اخبارن ۾ شايع ڪيو هو. ساڳئي وقت اٽڪل ٻن سون کن اديبن کي، هتي سنڌ ۾ توڙي هوڏانهن پارت ۾، مواد موڪلڻ لاءِ، جدا خط پڻ لکيا هئاسون. پر ڪٿان به ڪا خاص چيز اسان وٽ ڪانه آئي. اسان کي اميد آهي ته رسالي جي هن پهرئين پرچي جي اشاعت کان پوءِ، اسان جا محترم اديب ضرور اسان کي پنهنجي مهر ۽ توجهه جي نگاهه سان نوازيندا. هن پرچي جي ترتيب ۾، هڪ حد تائين، اسان جي دوست مسٽر نورالدين سرڪيءَ ۽ سندس بيگم صاحبه، محترمه شمس نورالدين سرڪيءَ، اسان جي مدد ڪئي آهي - مواد جو هڪ حصو (خاص طرح، "جاڳو ٻارؤ"، "ڪنهن جو ٻرو نه ڀانءِ"، "موڪل جو ڏينهن" ۽ "روشنيءَ جا منارا") گڏجي پاڻ تيار ڪيو ائن، جنهن لاءِ اسان سندن نهايت ممنون آهيون. رسالي جي ايڊيٽنگ جا فرض آئينده اسان جو عزيز ڀاءُ مسٽر رباني بجا آڻيندو، تنهنڪري سندس نالو هن ئي پرچي ۾، ايڊيٽر جي حيثيت ۾، ڏيڻ چڱو مناسب سمجهيو ويو آهي - نه ته پاڻ هن پرچي جي ترتيب لاءِ ايترو ذميوار نه آهن.

اسان جا پڙهندڙ جيڪڏهن رسالي جي هن پرچي لاءِ جيڪي سندن خيال ٻڌهن، انهن کان اسان کي واقف ڪندا، ته اسين سندن نهايت شڪرگذار رهنداسون.

-م. ا. ج

# گل ڦل

## سنڌي ادبي بورڊ جو ماهوار ٻارن جو رسالو

جلد ۱ — ۱۹۵۹ع — نمبر ۱

### فهرست




ايڊيٽر: غلام رباني

فنڪار: ع. ق. شيخ
علي نواز ڦلپوٽو

# "گل ڦل"

ـ تلڪ چاڙهي، حيدرآباد، سنڌ



ساليانو چندو ڇهه رپيا          في ڪاپي آٺ آنا

اشتهار في صفحو ٥٠-٠-٠ رپيا

Printed and Published by Mohammed Ibrahim M. Joyo, B.A., B.T., Secretary, the Sindhi Adabi Board, at the Board's Printing Press, Tilak Incline, and Book Stall, Station Road, Hyderabad, Sind.

# سنڌ جا ٻار ... سنهنجي پيٽ، سنهنجا پياءَ!

توکي ڪهڙيون ڳالهيون وڻنديون آهن؟
- راند روند جون ڳالهيون!
- جهيڙي جهٽي کان پوءِ رُسڻ ريجهڻ جون ڳالهيون!
- بهادريءَ جون ڳالهيون!
- ڏاهپ ۽ هوشياريءَ جون ڳالهيون!
- نيڪيءَ، پيار ۽ پورهئي جون ڳالهيون!

"گل ڦل" ۾ اهڙيون ڳالهيون، ۽ انهن کان سواءِ، پکي پکڻ ۽ جيت جنٽي جي رهڻيءَ ڪهڻيءَ جو مزيدار احوال؛ اسان جي ابن ڏاڏن، يعني اوائلي ماڻهن جي حياتيءَ جو اعتبار ۾ نہ اچڻ جهڙو احوال؛ سمنڊن ۽ دريائن جي دنيا جو احوال؛ سج، چنڊ ۽ تارن جي جهان جو احوال؛ قدرت ۽ انسان جي ڪرشمن ۽ ڪارنامن جو اچرج جهڙو احوال؛ وڏن ماڻهن جي حياتيءَ جو سونهري احوال، جن جي واٽ وٺڻ سان تون بہ دنيا جو وڏو ماڻهو ٿي سگهين ٿو؛ ۽ ٻيون طرح طرح جون دلچسپ ڳالهيون، نقل نظير، ٽونڪا، ڳجهارتون ۽ بيت، تنهنجي ۽ ٻين لکين سنڌي جوانڙن جي پڙهڻ ۽ سوچڻ لاءِ، مهيني سر مهيني ڇپجي، تنهنجي هٿن ۾ پهچنديون رهنديون.

هن دنيا ۾ هرڪا شيءِ عجب ۾ وجهندڙ آهي. ڏس، خود اها ئي ننڍڙي ڳالهہ ڪيڏي نہ عجب جهڙي آهي - تہ تو هيل تائين پاڻ کي "اڪيلو" ڪري سمجهيو آهي، يا وڌ ۾ وڌ پنهنجي گهر جي ڀاتين کي "پنهنجو" ڪري سمجهيو اٿيئي! پر درحقيقت ائين نہ آهي! تون "اڪيلو" نہ آهين. توهين هزارين لکين آهيو. سنڌ ملڪ، جنهن جي اَنَ ۽ پاڻيءَ تي تون تڪين ٿو، ۽ جنهن کي تو جيڏا ڏاها ٻار پنهنجي پيءُ ماءُ جيان پيارو پائيندا آهن، تنهن ملڪ ۾، اٽڪل روءِ، اهڙا ڏهہ لک (........١) جوانڙا آهن، جي توکي پنهنجو ٻنهہ پيارو - اصل پنهنجي ڀاءُ پيڻ وانگر - پائڻ لاءِ تيار آهن... پر هڪ شرطَ سان! ۽ اهو شرط هيءُ آهي: آئينده، تون پاڻ کي "اڪيلو" نہ سمجهندين، ۽ سنڌ ۾ جي تو جيڏا لکين ٻار آهن، تن کي پنهنجي پائن ۽ پيڻن وانگر پائيندين. جي تو پائپيءَ جو اهو شرط مڃيو، تہ پوءِ تولاءِ هڪڙي ڳالهہ ضرور ٿيندي. اها هيءَ تہ تون انهن لکن ٻارن جو نالو نيشان ۽ حال احوال معلوم ڪرڻ چاهيندين! چو تہ هرڪو سباجهڙو ٻار پنهنجي ڀاءُ پيڻ جي ڏک سک جو احوال معلوم

ڪرڻ چاهيندو آهي. پر ان ڳالهه لاءِ تون ڪا ڳڻتي نه ڪر. هي "گل ڦل" رسالو آهي نه -- انهيءَ وسيلي، اوهان پنهنجو احوال هڪٻئي کي ٻڌائيندا رهندا. توهان مان جيڪي ٻين سان خط پٽ رستي ناتو ڳنڍڻ گهرندا، سي پنهنجو نالو، ائڊريس ۽ ٻيو ضروري احوال لکي موڪليندا، جيڪو جڏهن "گل ڦل" ۾ ڇپبو، ته ٻيا ٻار انهن کي سندن ائڊريس تي خط پٽ لکندا. اوهان مان جن کي ڪي مزيدار ۽ نصيحت واريون ڳالهيون اينديون هونديون، سي اهي لکي، "گل ڦل" ۾ ڇپجڻ لاءِ، ٽپال رستي موڪليندا - جي جڏهن ڇپجي پڌريون ٿينديون، ته ٻيا ٻار پڙهي خوش ٿيندا. اوهان منجهان جن کي تصويرن جو شوق هوندو، سي جيڪي سهڻيون تصويرون موڪليندا، تن کي "گل ڦل" ۾ ڏسي، ٻيا ٻار شاباس چوندا. بس، اجهو ائين ڇهڇٽو لڳي ويندو. رنگ تي ويندا. منڊل تي پوندا! منڊل ٻه منڊلن جهڙا!! مينهن جا منڊل ڏٺا اٿيئي؟ هونئن ته هڪ هڪ ڪٽي پنهنجي پنهنجي شان مان سان آهي، پر جڏهن سيئي گڏجي، واءُ جي گهوڙي تي سوار ٿي، وسڻ جا ويس ڪري، اچن ٿيون، ته ڪيئن ٿو ڀانئين! بلڪل ائين ئي، جڏهن اوهين سوين هزار ننگر ۽ ننگريون، "گل ڦل" جي وسيلي، هڪٻئي کي ڀائپيءَ جي ڏوريءَ سان ڳنڍي، گڏجي اڳتي وک وڌائيندا، ته هي سڄوئي سڪ ساءَ جو سڪايل ملڪ، پيار پريت ۽ سونهن سرهاڻ وارن گلن ڦلن سان ائين ئي واسجي ويندو، جيئن مينهن پوڻ کان پوءِ ميدان، ٻرپٽ ۽ واريءَ جون ڀٽون ساوڪ ۽ سبزيءَ سان ڍڪجي وينديون آهن!

انهيءَ نيڪ ڪم ۾ ڪاميابي حاصل ڪرڻ لاءِ، ۽ پنهنجي پورهئي ثاب پوڻ واسطي، اچ ته پاڻ ٻه پنهنجي ڀاڄهاريءَ ٻوليءَ جي شاعر، ڀٽائي گهوٽ، سان گڏجي، دعا گهرون:

پورهيو پورهيتن جو، والي ڪيم وڃاءِ،
سومون تورو لاءِ، جيئن جيئري ڏسان "جت" کي!

"جت" جي خبر اٿو ته معنيٰ ڇا آهي! هونئن ته کهڙي ٻه معنيٰ هجيس، پر هتي معنيٰ اٿس "من جي مراد"، "مقصد"، "منزل"! ۽ اسان ۽ توهان جي من جي مراد ۽ مقصد ٻه پورهئي سان ئي پورو ٿيندو. بس، هن مهيني لاءِ اهائي ڳالهه دل تي رکون، ته بهتر.

... ۽ پوءِ هڪ مهيني جي جدائيءَ واري عرصي لاءِ، هڪٻئي کي "خدا حافظ" چئون. - غلام رباني



سنڌيڪار:
نورالدين سرڪي

# جاڳو ٻارؤ، اُٿو ٻارؤ!

جاڳيا ... پکي پکڻ جاڳيا!
جاڳيا باغ بهار!
رات اونداهي گذري ساري،
ڏوڙ اوندهه جي منهن ۾ يار!
ناني جاڳي، نانو جاڳيو،
جاڳيو بابا جان،
ادي جاڳي، ادو جاڳيو،
جاڳي ماسي جان!
ڪڪڙ جاڳيو، طوطو جاڳيو،
جاڳي ماسي ميائُون!
ڪان ڪان ڪندو آيو ڪارو،
ڪانءُ ڪوڪيءَ ڪائُون!
چمڙو سمهيو، چپرو سمهيو،
سمهيو گدڙ خان،
شيرو جاڳيو، خيرو جاڳيو،
جاڳيو شير زمان!

جاڳو ٻارؤ، اُٿو ٻارؤ،
اُٿي راند رچايو!
ڪل خوشيءَ جا مالڪ اوهين،
خوش ٿي نچو ڳايو!
مصري جاڳيا، شامي جاڳيا،
جاڳيا انڊونيشي:
سُست سمهيل سڀ هارائيندا،
ديسي خواهه پرديسي!
"اسپوٽنڪ" ۾ چڙهي آڌامون،
هيٺ مٿي اچ خوب گهمون،
اسين سڀئي پائر آهيون،
پائر ٿي سڀ گڏ رهون!
جاڳو ٻارو، اُٿو ٻارو،
اُٿي شور مچايو!
ڪل خوشيءَ جا مالڪ اوهين،
خوش ٿي نچو ڳايو!

سنڌيڪار: شمس نورالدين

# ڪنهنجو برو نه ڀانءِ، جي چاهين ڀلو پنهنجو!

گهڻن ڏينهن جي ڳالهه آهي ته هڪ ڳوٺ ۾ ٻه جانڊ هيون، هڪ ٻئي



جي ٻنهه آمهون سامهون، هيون، جي هوا تي هلنديون هيون. هوا جي زور تي چرخي ڦرندي هئي، ۽ چرخيءَ ڦرڻ ڪري انجڻ هلڻ لڳندي هئي، ۽ آن پيسبو هو. ڳوٺ جا گهڻو ڪري سيئي رهاڪو پنهنجو پنهنجو آنُ انهن ٻنهي جانڊهين تان پيهائيندا هئا.

هڪ جانڊاهيي شاهوڪار هو، چاڪاڻ ته ٻارڇو هوس ڪونه: تنهنڪري سموري ڪمائي گڏ ڪندو ويندو هو، ۽ ويندو هو تيئن شاهوڪار ٿيندو. ٻئي ويچاري کي ولر ٻارن جو هو، سو چڪي تائي پيو خرچ ڪندو هو- ايتري قدر، جو مهيني جي پڇاڙيءَ ۾ پائي ٻه ڪانه بچندي هيس. پر سندس گهر ۾ هميشه ٺهڪڙو لڳو پيو هوندو هو، پيسا نه هئس، ته چا ٿيو- وٽس خوشيءَ جو خزانو ته هو!

پر سندس پاڙيسري شاهوڪار جانڊاهيءَ کي اهي خوشيءَ پريا ٺهڪ اصل ڪونه وڻندا هئا- چاڪاڻ جو پاڻ ته هو اڪيلو نه! هنن جو ڪل ٺهڪڙو ڪيس پاڻ اڪيلائيءَ جو وڌيڪ احساس ڏياريندو هو. هو ويٺو ٻڏندو هو، ۽ دل ئي دل ۾ پيو ڀوسربو هو. چي: ”ڪيلو ڪيلو، خوش ٿيو، موجون ڪيو! ڀيو ڪم ئي ڪهڙو اٿوا جڏهن سڃا ٿي، تيرين پر وڃي ڪرندؤ، تڏهن پاڻهي پتو پوندوَ!“

ڏسڻ ٻارڙا! شاهوڪار جانڊاهيءَ ضرور هنن کي نقصان پهچائڻ جا پهه پيو پچائيندو هوندو. هان نه؟... صحيح، سچ هو به ائين! ٻن چئن ڏينهن کان پوءِ، شاهوڪار جانڊاهيءَ جو شهر وڃڻ ٿيو. آتي بازار ۾ ٻئي ڦريو، ته هوڪو ڪن تي پيس: ”ٻج وٺو! وڻ پوکيو! ڏگها ڏگها جبل جيڏا وڻ!“

اوهان کي ته خبر آهي ته هوا تي هلندڙ جانڊه ضرور هوا جي زور تي هلندي. سو ظاهر آهي ته جنهن پاسي هوا جو رخ هجي، انهيءَ ئي پاسي جانڊه جي چرخيءَ جو منهن به هئڻ کپي، - تڏهن ته جانڊه هلندي ۽ آن پيسبو. اهوئي سبب هو، جو انهيءَ ڳوٺ جا سيئي وڻ جانڊهين جي منهن کان ٻاساوان پوکيل هئا. ڇو ته جيڪڏهن هوا کي روڪ ٿيندي، يا هوا ابتي پاسي کان لڳندي، ته جانڊهه جي چرخي ڪيئن ڦرندي ڀلا؟ سو نه چرخي ئي ڦرندي، نه جانڊه هلندي، ۽ نه ئي وري آن ئي پيسبو. ڪمائي ڪٿان ٿيندي! ٻکئي پيٽ ڪيئن ڪوئي ڪلي سوچ ڪندو...؟ توهان سمجهو نه ٻارڙ، ته ڇا سوچي پوءِ شاهوڪار جانڊاهيءَ اهي ٻج خريد ڪيا! ها، هن آهي ٻج خريد ڪيا، ۽ انهن جي پوکڻ جو طريقو به ٻجن واري کان پڇيائين، ته جيئن جلد جلد وڻ نکرن ۽ وڏا به جلد ئي ٿين. پر جڏهن قيمت ادا ڪرڻ جو وقت آيو، تڏهن ٻه ٽي آنا ٻج واري جي اڳيان ڦٽي ڪري، هي شاهوڪار جانڊاهيي ويندو رهيو: ڪنجوس ته هڪ ئي هو نه! ڪيترائي واڪا ڪيا ويچاري ٻج واري، پر هي شاهوڪار ڪنجوس ٻڌيس ڇو ٿو! ائين ئي ڪنن ۾ ڪپهه وجهيو، هو هليو ويو.

ٻئي ڏينهن شاهوڪار جانڊاهيءَ وڏو هڪڙو ٻارو کوٽايو. ٻارڻ، وڻن جو ٻارو هن پنهنجيءَ جانڊهه جي ئي حد اندر کوٽايو، پر انهن جو رخ غريب جانڊاهيءَ جي چرخيءَ جي ٻنهه سنهن آڏو رکيائين. غريب جانڊاهيءَ پڇيس به ته ”ميان ڇا پيو ڪرين؟“ پر هن صرف اهو جواب ڏنس ته ”جلد ئي خبر پوندي!“ ۽ سنهن کٽي ٻئي پاسي ڪيائين. غريب جانڊاهيي اهوئي سوچي چپ ٿي ويو ته هن جو هي پاڙيسري هو مڙيوئي عجيب ماڻهو!

- گل ڦل

پر جلد ئي سڄو ٻارو وڻن جي ٽڏن سان ڀرجي ويو. غريب جانڊاهي ڏسندو هو، ۽ عجب کائيندو هو- 'الائجي ڪهڙا گلن جا ٻوٽا پوکيا اٿائين!' ... پر جڏهن وڻ وڏا ٿيا ۽ هٿ ڏيڻ ڏکيا ٿيا، تڏهن غريب جانڊاهي ۽ لاءِ عجب کائڻ جو سوال ئي باقي نه رهيو. هو پنهنجي شاهوڪار پاڙيسري ۽ جي نيت کي سمجهي ويو ته ڇو هو هن جي چرخيءَ جي آڏو وڻن جي ڀت ڪڙي ڪري رهيو هو. ويچارو ڊوڙي، شاهوڪار جانڊاهيءَ وٽ ويو ۽ منت ميڙ ڪرڻ ته "ٻيلي ٻاڻ ۾ آهيون... منهنجو روزگار رد نه ڪر ... توکي ائين نه ڪرڻ کپي!" پر جڏهن سامهون روک جواب مليس ته "جو ڪجهه ڪيو اٿم، ٺيڪ ئي ڪيو اٿم: منهنجي مرضي!"- تڏهن هي غريب ڇيڙي ڪري هليو آيو.

ظاهر آهي ته ٿورن گهڻن ڏينهن پڄاڻا غريب جانڊاهيءَ جي چرخي هوا نه لڳڻ ڪري بيهي رهي، ۽ تنهن سان جانڊ هم به بند ٿي ويس. ويچاري غريب جو روزگار ختم ٿي ويو. ٻئي طرف شاهوڪار جي جانڊهہ رات ڏينهن هلڻ لڳي، سڀ ماڻهو پنهنجو پنهنجو آن هُن وٽ ڪٽي وڃڻ لڳا. اهڙيءَ طرح شاهوڪار جانڊاهي روز بروز ويو وڌيڪ شاهوڪار ٿيندو. ڪم بيحد وڌي ويس- ايتري قدر، جو پورو ڪونه ڪري سگهندو هو. ۽ ڏاڍو خوش هو! ڇو ته سندس پاڙيسري غريب جي گهر مان هينئر ڪل ٺهڪڙي ۽ موج مستيءَ جا آواز ڪونه ايندا هئا. ڇاڪاڻ ته هاڻي هو غريب بکئي پيٽ هئا... تنهنڪري صبح شام آداس رهڻ لڳا.

هڪ ڏينهن ڇا ٿيو، جو ٻج وارو اچي آتان لانگهائو ٿيو. حقيقت ۾ هو هڪ جادوگر هو، ۽ اهو ڏسڻ آيو هو ته هن جي عجيب غريب ٻجن جو ڪهڙو استعمال ٿيو هو! جڏهن هن ڏکيا ڏٺا، گهاٽا گهاٽا وڻ ڏٺا، تڏهن هڪدم انهن کي سڃاڻي، خارن ۾ ڀرجي ويو... 'ايترو فائدو ڪمبخت ورتو ۽ سون کي صرف ٻه ٽي آنا ڏنائين!' سو غلطيءَ وڃان شاهوڪار جانڊاهيءَ بدران وڃي غريب جانڊاهيءَ جو در ڪڙڪايائين ۽ واڪا ڪرڻ لڳو ته "منهنجا ٻج آهن سون برابر! مفت ۾ هٿ اچي ويئي! جهٽ ڪر، سون کي باقي پيسا ڏي!" جڏهن غريب جانڊاهي شور تي

ٻاهر نڪتو، ته هن کي ڏسي، جادوگر پنهنجي غلطي محسوس ڪئي ته هي ته اهو ماڻهو نه آهي، جنهن کيس ٺڳيو هو. هن پوءِ غريب جانداهيءَ کي ٻڌايو ته ڪيئن هن کان هو پيو جانداهيءَ وٽن جا ٻج ڀڳڙن جي مٽ تي وٺي ويو هو. غريب جانداهيءَ هاڻ سڄي ڳالهه سمجهي ويو، ۽ جادوگر کي به پنهنجي مصيبت جو داستان سربستو ڪري ٻڌايائين.

”هون... ته اها ڳالهه آهي!“ جادوگر چيو. ”آءٌ هينئر جو هينئر سڀ ٺيڪ ٺوڪري ڇڏيان. تون نه گهٻراءِ!“ جادوگر هن کي دلداري ڏني، ۽ پوءِ هو وٽن وٽ ويو، ۽ واڪو ڪري چيائين: ”سڀ پنهنجا پن ڇاڻي ڇڏيو... سمورا، ۽ جلدي! غريب جانداهيءَ جي چرخي هلڻ ڏيو... پلي ته جاندهه هليس!“ هن جو ايترو چوڻ ۽ پنن جو ڇڻڻ. ايترو زور سان هوا لڳي، جو غريب جانداهيءَ جي جاندهه جي چرخي زور زور سان ڦرڻ لڳي، ۽ تڪڙو تڪڙو اَن پيسجڻ لڳو. ماڻهو پنهنجو پنهنجو اَن کڻي وري هن ڏي اچڻ لڳا.

عجب جي وري ڳالهه اها، جو جيترو تيزيءَ سان پتا ڪرڻ لڳا، اوترو ئي وڏيڪ زور شور سان هوا وڏندي رهي... ۽ چاڪاڻ ته شاهوڪار جانداهيءَ وڻ پنهنجي چرخيءَ جي آڏو ڪونه لڳايا هئا، سو طوفاني هوا جو لڳي، ته هن جي چرخي پڄي پرزا پرزا ٿي ويئي! ٻئي طرف طوفان کان ڍڳهن وڻن جي آڏ هئڻ ڪري غريب جانداهيءَ جي جاندهه کي ڪو به نقصان نه پهتو، ۽ اها جيئن جو تيئن تڪڙي تڪڙي هلندي رهي.

شاهوڪار جانداهيءَ کي پنهنجي ڪئي جو ڦل اجهو ايئن مليو، يعني برائيءَ جو نتيجو بڇڙو مليس. منحوس منهن اهڙو پٽ سان لڳس، جو ٽپڙ ٻڌي شهر ڇڏي هليو ويو. غريب جانداهيءَ جي ٻارن وري سک جو ساهه کنيو... ۽ پوءِ هميشه هميشه، اڳي وانگر کلي خوش ٿي، مزي سان گذارڻ لڳا.

---

سنڌيڪار: رشيد احمد لاشاري



## ٻلي ۽ ڇوڪري

هيڪڙي ننڍڙي ڇوڪري،
آٿندي روز سوير هُئي!
ٻارَ! آنهيءَ کي ڄاڻن ٿا،
آنهيءَ ڪڪيءَ جو نالو ڇا؟
ڪڪيءَ جي ڪيڏي وَڏي ڄمار؟
هيڪڙيءَ شيءِ سان آن جو پيار،
رنگ آنهيءَ جو پٽا پٽا،
ـ ڪير؟ آها هيڪ ٻلڙي!

ميٺڙي، مُنهن جي موڪري،
سمجهو ٿا، سا ڪير هئي؟
سمجهن ٿا ۽ سڃاڻن ٿا!
مان ڇو ٻُڌايان ڳالهه اها!
ـ گذريا سال هُئس ٽي چار!
ـ کهڙي، پاڻ ڪريو ويچار!
پيٽ آڇو ۽ پير آڇا،
ڪڪيءَ جي جنهن سان دلڙي!

ـ گل ڦل

ڪڪيءَ ٻليءَ کي هنج وهاريو،  هند تي هڪدم اچي سُمهاريو،
سَوڙ ڪپهه جي، لال پلنگ،  ڏسو ٻليءَ جو آن تي رنگ!
واه، ٻليءَ جو ڪيڏو مالو!  مٿي جي هيٺان نرم وهاڻو!



گچيءَ تي ويڙهيل سُهڻي چادر،  ڪمبل آن جي بدن برابر!
مُٺي مَزي سان ٻنجي راڻي،  آيس جلدي ننڊ نماڻي!
ڪڪم. آتي ڪنهن ڪم سان ويئي،  مليا ٻليءَ کي سُک سيئي!



ڪِڪي ٻليءَ وٽ موٽي آئي،
ٻليءَ جو پُڇ سيرانديءَ پاسي،
پُڇ جي هيٺان نرم وهاٺو،
فرش تي پکڙيل ڪمبل چادر،
ڇا اِئين ڪنهن کي سُمهڻ جڳائي؟

ڪِڪيءَ، ٻليءَ کي سِڪ پڇايو،
ڪمبل، چادر وري ڪنيائين،
رکيائين ساڳيءَ ريت وهاٺو،
ٻليءَ کي هن ريجهايو پيهر،
ڪيائين ڏاڍي ٻليءَ جي تات،
ڪِڪي ٻليءَ کان ٿي رواني،
ماني کائي موٽي آئي،
کٽ تي ڪونهي هنڌ وڇائو،

ٻليءَ جا ڪم سڀ تڪڙا تڪڙا!
ٽڙيل ۽ پکڙيل فرش تي ڪپڙا!
ٻلي ڪري ٿي ننڊ نماڻي،
کٽ جي هيٺان بڻجي راڻي!

ڏِٺائين آن جي وڏي وڏائي،
مٿو رکيل پيرانديءَ پاسي!
ڪپڙن جو ڪو ناهي لڪائو!
سڀڪا شي نقصان برابر!
ڇا اِئين گهر ۾ رهڻ جڳائي؟

سڀڪنهن شيءِ کي وري سجايو،
هنڌ وڇائي، سڄو ڇڏيائين،
سليو ٻليءَ کي نرم وڇائو،
مٿو ۽ پُڇ ڦيرايو پيهر،
گذريو ڏينهن ۽ آئي رات،
کائڻ ويئي رات جي ماني،
آچي ڏٺائين ڳالهه، آهائي!
چادر، ڪمبل، نرم وهاٺو!



کهڙي چري هيءَ ٻلڙي!
ڪِڪيءَ چيو، "ٻلڙيءَ کي آثاريان،
برش ۽ صابڻ سيکو ڪنيائين،
ٻليءَ گهٽو وهنجڻ کان نٽايو،
ڪِڪي ڇپر وٽ ڊوڙي آئي،
پاڻيءَ جو هڪ ڏول ڀريل هو،
ڪِڪيءَ ڀريو آن ٽيي ۾ پاڻي،
مُنهن ٻليءَ جو لڳي ڏٺارڻ،

جنهن سان ڪِڪيءَ جي دلڙي!
آن کي چاه سنجهان وهنجاريان!"
پيون ٻه شيون موجود ڪيائين،
ڪِڪيءَ ٻه آن کي آچي ورايو،
جيتي هئي پاڻيءَ جي گهٽائي،
ڏول تي هڪڙو ٽيو رکيل هو،
ٻليءَ کي سمجهي صاف سيائي،
تورو پاڻي مُنهن تي هارڻ،

ٻلي ۽ آمالڪ ڏوڙيو ڪنڌ،
ڀَسي پيو سڀ ٻلي ۽ جو هنڌ!
وَهي هليو سڀ ٽِپي جو پاڻي،
خوش ٿي جنهن تي ٻلي نماڻي!
پنهنجي هَنڌ ڏي ڪين ڏِٺائين،
پنهنجا چَنبا وَڃي چٽيائين!
ڪهڙي چَري آهي ٻلڙي!
ڪِڪِي ۽ جي جنهن سان دلڙي!



ڪڪي ۽ ٻلي ۽ کي خوب ڪُڏايو،
ڏاڍو اُن سان پيار وڌايو؛
چَيائين، ”ٻلڙي ڪُجھ تہ پڙهائي،
ماڻهو ۽ وانگر ڳالهائي!“
ڪِڪي چوي، ”چئو ’بال ۽ بائو‘“!
ٻلي چوي، تَئَن ”ميائو ميائو!“



ڪِڪي چوي، ”چئو ’گهوڙو وڪاڻ‘!“
ٻلي چوي، تَئَن ”ميائو ميائو!“
ڪِڪي چوي، ”چئو ’بَلب جلائو!‘“
ٻلي چوي، تَئَن ”ميائو ميائو!“
دل ۾ ٻلي ۽ جي ”ڪائُو ڪائُو!“
وات ۾ اُن جي ”ميائُو، ميائُو!“
ڪهڙي چَري آهي ٻلڙي!
ڪِڪي ۽ جي جنهن سان دلڙي!



ڏل ڦل



ڪِڪيءَ چيو، ”چو دير لڳايان،
هين ٻلڙيءَ کي ڪُجھ ڪارايان!“
تازا تازا صُوف ڪنيائين،
مائو حلوو ڪيس ڏنائين!
ٻِليءَ نہ ڪاڏِي ڏي واجھايو،
هِڪدم پنھنجو منُھن ڦيرايو!
ڪِڪيءَ وَري انگور بہ آندا،
ميوا هِڪ ٿالھيءَ ۾ وڌائين،
ميوا، ماني، مال، مِٺايوُن،
چَربيءَ سان گڏ گوشت جا ڇِڇڙا،
ڇِڇڙن ڏي جڏهن ٻِليءَ نِهاريو،
”ٺورا آهن، گھٽا گھُرايو!
ڪھڙي چَري هيءَ ٻِلڙي!
ڪُئون هوڪوڪيءَ جي گَھر ۾،
پينسلن جي هُئي قطار،
ٻلي ڪٽي هڪ پينسل آئي،

ليمان، ڏاڙهون پڻ هيڪاندا،
ٻليءَ جي آڏو آڇي رکيائين!
ڪين پَسند ٻليءَ کي آيوُن!
ڪِڪيءَ گھُرايا ٽَڪڙا ٽَڪڙا!
خوشيءَ منجهان تنهن اِيئن پُڪاريو:
ڇِڇڙن جا ڪِي مَزا ڪَرايو!“
ڪِڪيءَ جي جنهن سان دِلڙي!
اگڻ ۾، يا ڪمري ۾ پَڌر ۾،
هڪڙيءَ ميز مٿان نروار،
چا چِئجي، سا آن ڪيئن لِڪائي؟



گھر ۾ آن کي لڳي گھمائڻ،
پينسلين کي اِئين ٽي جَھلبائين،
هَٿ ويھاڻو آتي چڏيائين،
پَڪڙڻ، ڇَنبڙڻ ۽ ڦيرائڻ،
جَڻ ڪو ننڍڙو ڪُئو ڏٺائين!
ٽپا ڏِنائين ڪُرسيءَ ٽائين!

تارا هِن ڦوٽاريا پنهنجا،
ڊوڙڻ سان هِن ڪين ڪهٽايو،
ڇير هو ڪو دَروازي جو،
ٻلي اِنهيءَ تي ڊُڪي وَڌيڪ،
گهٽو ڊُڪيءَ ڳهٽو پڳي،
ڪهڙي ڇري هيءَ ٻاڙي!



وار ڪٽي ڪانڊاريا پنهنجا!
تڪي هلڻ ۾ پاڻ ٿلهايو!
پينسل آن ۾ ڪيو ڦهڪو،
ننڍڙا چنبا ڪيائين ٺيڪ؛
پينسل آن کي هٿ نه لڳي!
ڪِڪيءَ جي جنهن سان دِلڙي!

ڪِڪيءَ جي دل ۾ ٿيو خيال،
ٻليءَ کي ويڙهيائين هِڪ شال!
ويڙهي سيڙهي، ٻلي ڪَنيائين،
ڏاڍو آن کي پيار ڪيائين؛
ويٺي هِڪڙو ٻاغ گهمڻ،
ٻلڙيءَ سان پڻ راند ڪرڻ!
ساٿهن، جو ٻلڙيءَ کي ڏٺو،
ڪِڪيءَ کان سيني هيءَ پُڇو:
”تنهنجي هٿن ۾ آهي ڇا؟
سچ سچ چئو، تون ڳالهه اِها!“
ڪِڪيءَ چيو، ”هيءَ مُنهنجي پيڻ!
سٺڙي ماڪيءَ جي جڻ ميڻ!“
تنهن تي پُڇيائون ٻيو پيرو:
”تُنهنجي پيڻ جو مُنهن ڇو ميرو؟“
ڪِڪيءَ اِنهيءَ تي وَٺي پُڪاريو:
”مُون تي هن کي وهنجاريو؛
”هِن جي دل هرگز نه لڳي،
وهنجارڻ کان هيءَ وٺي پڳي!“
سَين چيو، ”هيءَ ڇا ٿا ڏسون؟
هِن جي مُنهن تي، وار، مڇون!“
ڪِڪيءَ چيو، ”هيءَ سيَون تي ڪائي!
سيَن کي مُنهن تي ٿيي چنبڙائي!

—گل ڦل

”سَيَڻَن سان هِن کي آهي پيار، سَيَڻَن کي چو تـا سمجهو وارَ؟“
اِتـي ٻِلِيءَ هـيءَ مَزو ڪَيو ـ ڪِڪيءَ جي هَٿَ سان ڏنئين ٺَپو!
شـال هٿـائـي، مـتـي ڪـري، ويـئـي آسـالـڪ پِـڃـي ڀـري!
مـاڻهـن تنهن تـي ڪِـلِي ڇـيـو: ”واه ٻـلـيءَ جـو آهـِ ٻـچـو!
”ڪـهـڙي چـڱي هيءَ ٻـلـڙي! ڪِـڪـيءَ جي جـنـهن سان دِلـڙي!“
هِـن کـان پـوءِ اِئـين جـلـدي، ٻِـلـي بـه سِـيـاڻـي ٿـي پـيـئي؛
۽ پـڻ ٿـي ڪِـڪـي هُـشـيـار، سُـهـڻـو مـٺـڙو خـاصـو ٻـار،
روز لـڳـي اِسـڪـول وڃـڻ، ڪـيـس لـڳـا سـڀ پـيـار ڪـرڻ.

---

سياڻي هڪڙي کان پڇيائون ته ”سچ ۽ ڪوڙ جي وچ ۾ ڪيترو ڦير آهي؟“ چي، ”چار آڱر، جهڙو ڪَنَ ۽ اک ۾“ ـ يعني ڪَنن ٻُڌل ڪُوڙ ۽ اکين ڏٺل سچ! اگرچ ڏسڻ لاءِ منجهن ڦير ٿورو آهي، پر حقيقت ۾ تمام وڏو ـ جهڙو سچ سون، ڪوڙ پتل؛ ۽ سچ سک جو ٻج، ڪوڙ ڏک جو ٻج؛ سچ بهشت جو رستو، ڪوڙ دوزخ جو دڳ: سچ خدا کي پسند، شيطان کي نه وڻي؛ ڪوڙ خدا کي ناپسند، شيطان کي وڻي؛ سچ سڀ هنڌ مانُ پائي، ڪوڙ سڀ هنڌ مانُ وڃائي؛ سچ ماڻهوءَ کي مَرڪائي، ڪوڙ ماڻهن جي پَت وڃائي؛ سچ جهڙو چڱو ڪم ڪونه، ڪوڙ جهڙو بڇڙو ڪونه. تنهنڪري ماڻهوءَ کي گهرجي ته ڪَنَ ۽ اک جي ظاهري چئن آڱرن جي ڦير کي ٿورو نه ڄاڻي، سندن باطني ڦير کي ڏسي: ڪوڙ کي وِڪُ (يعني زهر) ڄاڻي ڪانئس ڀڄي، نه ته مرندو؛ ۽ سچ کي امرت (يعني آب حيات) ڄاڻي ساڻس وهنوار رکي، ته بچندو.

ـ ديوان ڪيولرام سلامتراءِ آڏواڻيءَ جي ڪتاب ”گل“ تان

شمس نورالدين

# موڪل جو ڏينهن

## ڪردار

قمر: تيرهن ورهين جي سنهڙي پيلي – ٿوري چيڙاڪ، ٿوري ويڙهاڪ – ٻارن جي باجي (وڏي ڀيڻ) – ناول پڙهڻ جي شوقين، پر پنهنجي ڪلاس ۾ به هشيار – ساهيڙي خيرڪا اٿس.

ضيا: عمر ڏهه سال – رنگ جو سانورو – اڳيان ڏند ٿورا ٻاهر نڪتل، (سندس ٻائر ڀينر 'ڏندو شاهه' چئي چيڙائيندا اٿس) – بجليءَ جي ٿاهه ڊاهه جو ڏاڍو شوق اٿس: پيچڪش، پڪڙ، ٻه چار پيچ، ڪاٺيءَ جا ڪي ٽڪرا، ڪجهه ڪوڪا ۽ ننڍي هٿوڙي سندس ڪتابن جي ميز جي خاني ۾ پيا ئي هوندا آهن – اسڪول ۾ ماستريائيءَ جي ڳالهه ڪڏهن نه ٻڌي، نه سمجهي – جڏهن ڏس، تڏهن پنهنجي باجيءَ جو پيو متو ڪائي: "باجي، پوءِ ڇا ٿيو؟ هان، ڇا باجي؟ جواب ڇا لکان؟ ٻڌاءِ نه باجي!"

رضيه: ڏاڍي ذهين، هشيار، ٿوري شيطان – اسڪول ۾ سڀني جي لاڏلي – ساهيڙين جي ٽولي نه ساڻ هوندي ئي اٿس – ڳالهين جي ڳهير – پائن ڀيڻن کان تيز – پر ويچاري ٿوري ڪاري آهي! عمر اٿس اٽڪل نوَ سال.

سراج: سڀئي "سجو" چوندا اٿس، تنهنڪري پڇبس ته "نالو ڇا اٿئي؟" ته چوندو: "سجو صديقي!" – گورو گورو، شريراڪين، ۽ ڏنگين ڦڏين آڱرين وارو ستن سالن جو هي ڇوڪر ڏاڍو ذهين آهي – سست به هڪڙو ئي آهي – مار ڏيڻ

۾ مار کائڻ جو ڀڪو! جڏهن ڏسبس، ته دڪان لڳايو ويٺو هوندو- وچ شهر ۾ جو گهر اٿس! ڳالهائڻ جو مٺو، پر پڙهڻ ۾ ٿورو گهٽ وڌ آهي- سست جو ٽيو!

شاهد: سهڻيءَ صورت ۽ پياريءَ مرڪ وارو- هينئر مس ڳالهائڻ سکيو آهي- سڏ ڪبس، ته جواب ڏيندو: "تي!"- نالو پڇبس، ته چوندو: "تائد!"- توتلي ڳالهائڻ ڪري، سڀني کي ڏاڍو پيارو آهي- نخرو به اوترو ئي اٿس- رومال هٿ اچي ويندس، ته نڪ ڇڪو ڪري پيو "اون... هون... ٿون..." ڪندو، جهڙو ويچاري کي زڪام آهي!

ساجد: ٻن ٽن مهينن جو ڪمزور ٻارڙو.

---

## نظارو پهريون

موسم: اونهارو. آچر جو ڏينهن. وقت: صبح.



[هڪ وڏو ڪمرو- چار ڪنڊون هڪ ٻئي سان گڏوگڏ وڇايون پيون آهن. هڪ ڪنڊ ۾ ٻار جو پينگهو- درجي هڪ پاسي ڪاٺ جي ميز. ميز جي بنهه سامهون ننڍيءَ ٽپائيءَ تي ٽيليفون رکيو آهي. ڪمري ۾ ٻار جا رانديڪا پکڙيا پيا آهن. شاهد ويٺو راند ڪري- موٽر زور سان زمين تي گسڪائي، وات سان پيو "زون... زون..."، "پيا پپ!" ڪري. ٻيا ٻار ميز تي ويٺا، نيرن ڪن.]

قمر- اڄ سيرو اهڙو مزي جو ڪونه ٺهيو آهي.

رضيه- توبهه! باجي! توکي ته ڪا شيءِ وڻندي ئي ڪانه. سٺو ته ٺهيو آهي، پيو وري ڪيئن ٺهندو آهي؟

- گل قل

قمر- نه ... اڳئين دفعي وارو وڏيڪ مزيدار هو. (چڙي) پر ٻه
تو سان مان ڳالهايو؟ توکان تو روئي پڇيم، جو لڳينءَ بڪ بڪ ڪرڻ!
وچ ۾ جواب نه ڏين، ته آرام نه اچيئي!

ضيا- پر، باجي! توکي هن ڇيو چيا؟

قمر- چڱو، هاڻي تون چپ ڪر!

سجو- باجي، او باجي! ٺهيو، ڪٽي پنهنجو سيرو مان کي ڏي!

قمر- ڇو؟

سجو- توکي نٿو جو وڻي!

قمر- تنهنڪري توکي ڏيئي ڇڏيان؟

سجو- اچايو زيان ٿئي، تنهن کان ......

ضيا (وچ ۾)- ... تنهنڪري پوي پيٽ پنجوءَ جي ۾!

(سيئي کلن ٿا- هون... هان... ها آ آ...)

قمر- شدو! او شدو! ...او شاهد، ٻوڙو آهين ڇا؟ وڃي بابلي کي
لوڏو ته ڏيئي اچ ...! شاباش...!

(شاهد وڃي ٿو- "با... بو... بابو..." ۽ لوڏيس ٿو. لوڏو
ڏيندي، وات مان کير جي شيشي ڪڍي ٿو وٺيس، ۽ ساجد
روئڻ ٿو لڳي، ته پنهنجي آڱر وات ۾ ٿو وجهيس، ۽ پوءِ کلي
ٿو- "بابا... بوو... بابو... آ ... هي هيءَ... پتاتو...")

ضيا- باجي! ڏس ته شاهد آڱر ٿو چوسائي ساجد کي!

قمر- هان، او شيطان... تون ٻه گهٽ نه آهين! (اٿي وڃي پينگهه
کان پاسي ٿي ڪريس. شيشي ساجد جي وات ۾ وجهي ٿي.)

('ٽن... ٽن... ٽن...' ٽيليفون جي گهنٽي ٿي وڃي.)

سجو (ڊوڙي وڃي "رسيوَر" کڻي ٿو)- ٺن ٺن... ٺوٺا ... يايو...
ڇيئون ميون چا... ڇو- هلو... او، او، را... رانگ نمبر پليز!

(يڪدم گهٻرائجي، فون بند ٿو ڪري ڇڏي).

ضيا- سجو! ڪنهن کي ٿي چيڙايئه؟

سجو- او پائي جان، ڪالهه منهنجي ڪلاسيءَ، مقبول، ڇيو هو ته 'مان صبح جو توکي فون ڪندس'؛ هان... مان سمجهيو ته مقبول جو فون هوندو. پوءِ، پائي جان، مان بيهي 'ٽن ٽن ٽُوٽا' ڪيو. پوءِ وري 'هلو' جو ڪيم، هان، ته چاچا، احمد، هو. بابا جو تي پڇيائين. مان ڇيهر ته بابا کي متان ڪٽي چوي ته مان فون تي گڙ ٻڙ پئي ڪئي، تنهنڪري ڇيومانس ته 'رانگ نمبر!' تون به نه ڇئجانءِ بابا کي، پائي جان! هان؟

قمر- ڇا؟ ڇا بابا کي نه چوي؟

سجو- او پائي جان، نه نه، باجيءَ کي به نه، هان پائي جان؟

ضيا- هن دفعي ٺهيو نه چوندس ڪنهن کي به، پر ٻئي دفعي مستي نه ڪجانءِ فون تي. ڇا چوندا ماڻهو ته ڪهڙا بدتميز ٻار آهن... هاڻي هل، ته ٽيبل لئمپ ٺاهيون.

سجو- ڇا، پائي جان، ڇا هلي ٺاهيون؟

ضيا- ڇا! اڙي ميز تي رکڻ جي بتي. توکي اهو به سمجهه ۾ نٿو اچي! سينئر بڪ ۾ نه آهي- 'ٽيي فار ٽيبل لئمپ.'

سجو- نه، پائي جان آتي 'ٽيي فار ٽاءِ (toy)' آهي!

ضيا- چڱو، هاڻي مات ڪر! هل ته هيٺ هلي آهن ٺاهيون. ميز مان به اسڪرو ڪڍي اچ!

رضيه- پائي جان لغڙ نه آڏائيندا سي؟

قمر (وچ ۾ ئي)- ڇوڪري ڪين جهڙو ڇوڪرو! لغڙ آڏائيندي، ڇدي ڇدي، اٽي ڏڪر، بٺ بال... پيو اچيئي ڇا ٿو!

رضيه (منهن سجائي)- پر باجي، مان توکي ته نٿي چوان ته هلي تون ڪيڏ!

قمر- مون کي چوين به، ته نه هلانءِ. تو وانگر توري ئي آهيان!

ضيا- رضيه! لغڙ شام جو آڏائينداسي. هاڻي ڪوٺي تي اُس آهي؛ آپا ڏسندي، ته ناراض ٿيندي.

آپا (ماءُ) جو آواز- رضيه، او رضيه! قمر ڇا ٿي ڪري؟

رضيه- باجي ناول ٿي پڙهي!

ٿي ڏسان!

قمر- چپ، چغلخور! ناول ٿي پڙهان، ڪين ڪتاب ٿي ڏسان!

آپا- انهيءَ ڪي ناول کان فرصت ملندي به ڪڏهن؟... چڱو، رضي، تون وڃي شاهد کي وهنجار. موڪل ڏينهن ته ڪجهه ڪم ڪريو!

رضيه- شدو! 'نائين نائين، گـُل گـُل'، واه واه! هل 'نائين نائين' ڪلون! (شاهد کي کڻي وڃي ٿي...... سندس چمپل جي ڪڙڪيءَ جو آواز پري جهڪو جهڪو ٿيندو ٿو وڃي).

نظارو ٻيو

ساڳيو ڏينهن. وقت: منجهند

[ساڳيو ڪمرو. قمر ليٽي ناول پڙهي رهي آهي. ٻيءَ کٽ تي رضيه ويٺي، چانهه دانيءَ جي گديءَ جي چـَوَ ڀـَري. ٽينءَ کٽ تي شاهد ستو پيو آهي. پينگهي ۾ ساجد روئي ٿو...]

قمر- رضيه... آئي رضي... ساجد کي لوڏو ڏي! ڪرين الائي ڇا ٿي؟ سجو، او سجو، اها ڪوٺيءَ ۾ ڇا جي کڙ کڙ لڳائي اٿئي؟ ساجد کي آٿاريءَ، هاڻي شاهد کي آٿاريندين ڇا؟ رضي، ٻڌين نٿي ڇا؟

سجو (ڪوٺيءَ مان)- باجي! مان ڇا ٿو ڪريان؟ پنهنجو دڪان لڳايو اٿم، پيو ڪجهه ٺوروئي ٿو ڪريان!

رضيه- باجي، توبه آهي! پڙهڻ به نٿي ڏين... (بڙ بڙ ڪري ٿي.) پاڻ سجو ڏينهن ڪتاب پڙهي ٿي... ايترو نٿو پڇيس ته هٿ وڌائي کڻي پينگهو لوڏي... باقي ڀين تي رعب ٿي ڄمائي... (اٿي پينگهي کي لوڏو ٿي ڏئي، پر ڪجهه دير کان پوءِ.)

رضيه- باجي، او باجي! صبيحه پاڻ ڳائيندي آهي؟

قمر- نه.

رضيه- باجي، رات واريءَ فلم ۾ کهڙي نه سهڻي ٿي لڳي! ڊانس ڪندي ته اصل ڏاڍي ٺهي وڃي... پر، باجي، سنتوش وڃي ٿو ٽلهو ٿيندو... نخري مان واڇان وري هيٺ ڇڪي ٿو ڳالهائي. دليپ آخر دليپ آهي... اهڙو ننڍو آهي، جو بس ڪانهي.

قمر (چڙي)- 'بڪ بڪ، بڪ بڪ'... مٿو کائي ڇٽي ڪ اٿيئي. موٽي نه ڏسو توهان کو ناٽڪ. ڏسي ٿي ته ڪتاب ٿي پڙهان، تڏهن به وچ ۾ پئي 'ٽر ٽر، ٽر ٽر' ڪندي......

(رضيه منهن سجائي، ڪٽي مات ٿي ڪري)

(ڪوٺيءَ مان سجوءَ جو آواز ٿو اچي، ۽ آهستي آهستي وڌو ٿيندو ٿو وڃي "... ٺش، ٺا... هٽ تيرےڪي! ڪيسا گهونسا مارا! گدها، هم سي اٽڪتا هي (اٽڪين ٿو)؟ تم کو نهين معلوم، هم ٽارزن هي! بڙا طاقت والا هي هم. هماري هاٿ ديکو ڪتني مضبوط هين. هم تم ڪو ايڪ هاٿ سي اٺاڪر وه سامني والي پهاڙ ڪي چوٽي پر ڦيڪينگا. ديکو يه شير بهي هم سي ڊرتا هي! ڪيسا پونڇ (پڇ) دباڪي هماري سات سات چلتا هي! هم جنگل ڪا بادشاه هي...... همارا باپ تيس مار خان ديو ٿا... وه ساري دنيا ڪا بادشاه ٿا... هم ڀي ايڪ دن بادشاه بنيگا ـ ٽارزن بادشاه! ٺش... ها ـ ها ها... مرگيا! ـ بس لڙائي ختم. هاڻي دڪان کولڻ جو وقت ٿيو آهي..." اٿي، الماري کولي ٿو ـ مٿئين تختي تي ڪپڙا رکيا اٿس، وچئين تختي تي ڪتاب هڪ ٻئي جي هيٺان مٿان بي‌ترتيبيءَ سان پيا اٿس، هيٺئين تختي تي دڪان سجايو اٿائين: سگريٽن جا ٻه ٽي ٽڪرا، ڪي خالي ماچيس، هڪ ننڍڙيءَ شيشيءَ ۾ ٿورا ڀڳڙا، ٻيءَ ۾ مڻيون گوريون، ٽينءَ ۾ ڪٺمٺا، سگريٽن جي دٻن جي پڙن مان ٺهيل تارازي، ٻه چار پٿر وٽن طور، پان جي پتي جا ٽڪر آلي ڪپڙي ۾ ويڙهيل، ڪريم جي هڪ شيشيءَ ۾ ٿورو چونو، ٻيءَ ۾ ٿورو ڪٿو، سوپاريءَ جون ڪي ٽڙون، سينٽ جي خاليءَ شيشيءَ ۾ ٿورو پاڻي پيل ـ پان ٺاهي وري اها شيشي مٿان ڇڙڪائيندو اٿس ۽ خوشبوءِ وارو پان پوري هڪ 'آني' ڏيندو آهي، وڏف ۽ ڦودني جي ٽڪي ٻه هڪڙيءَ دٻيءَ ۾ رکي اٿس، جو سندس ڏاڏي هر وقت پئي وڏف ۽ ڦودني جي ٽڪي چٻاڙيندي آهي... الماري کولي، ڦاٽل رومال ٽڪر سان سامان آهستي ڇنڊي ٿو. "ـ ڪـُل گيا، ڪل گيا، همارا دڪان کل گيا. هي ڪوئي

سگريٽ پيئي والا... پان کائي والا... وڏف پئي ھي ھماري پاس...
پيٽ کي درد کي لئي ڦودني کي ٽکي پئي ھي! کل گيا
دکان... جسکي پاس پيسي ھين، وه آجائي، جلدي... کيڪھا؟
چونا زياده لڳاؤن! بهت اڇا، ياڻي جان... زياده چونا لو... ڪٿا
مارون، ڪٿا مارون... هان، هان... لي لو يہ ڪٿا پئي ماز ديا.
پان ساده چاهئي، ميٺا يا ڪپوري؟... ڪپوري! هان هان، اصل
ڪراچي ڪا تماڪون هي... ايسا اور ڪي پاس نہ مليگا. آپڪي
لئي خاص منگايا هي... آپ همارا پرانا گراهڪ هو ني! چلو،
يہ لو ڪراچي ڪا تماڪون..." ضيا ٻڌندو ٿو اڇيس).

ضيا- اڙي چريا، ٽنڊڻ! 'تماڪون' نہ، 'تمباڪو.' 'ڪراچيءَ
جو تماڪون' ٿوروئي چوندو آهي هو پناهگير پان وارو. 'مراد آبادي
تمباڪو' چوندو آهي. وڏو دڪان وارو ٻٽيو آهي! اڇيس ڪجهہ نٿو...

سجو- هان هان، ياد آيم. چڪ ٿي ويئي. ياڻي معاف ڪجو، هيءَ
زبان آهي چم جي، ڪنهن نہ ڪم جي! مراد آبادي تماڪو، ياڻي اصل
مراد آبادي تماڪو هي... جلد آؤ! مراد آبادي، اصل مرادي تماڪو...
هم خراب مال نهين بيچتا... اصل نامرادي تماڪو، نامرادي تماڪون
ياڻي نامرادي تماڪون...

('ها ها ها...' قمر، ضيا ۽ رضيہ زور زور سان ٽهڪ ڏيئي
کلن ٿا... ويچارو ننڍڙو دڪاندار حيرت مان چپ ٿو ٿي وڃي.
جڏهن اچا بہ کل جو آواز بند نٿو ٿئي، تہ واڪو ڪري پڇي ٿو...
"ياڻي جان چو ٿا کلو، تو هان سب؟ هان؟ الاّ ٻڌاءِ نہ، ياڻي جان،
ڇا ٿيو... مان ڪجهہ کيم ڇا؟" کل جو آواز تيئن زور سان ٿو
اچي... پوءِ آهستي آهستي گهٽبو ٿو وڃي.) (پردو ڪري ٿو.)

## نظارو ٽيون

ساڳيو ڏينهن. وقت: سج ٻڏتر پر آهي.

(ٻيءَ ماڙ تي قطار پر ڪٿون پيون آهن. چٽڪار ٿيو پيو آهي. ڪٿن
تي بسترا مٿن کان ويڙهيا رکيا آهن. پاسي کان، ٿورو پريرو،
ڪورا دلا پريا گهڙامنجين تي رکيا آهن. آتي ئي بورچياڻي ڇڇ

۽ ويٺي جانور صفا ڪري- ڀرسان ئي پاڻيءَ جو ٿال ڀريو رکيو اٿس. شاهد جانورن جون مليون ڀري، ٿال ۾ وجهندو ٿو وڃي. مٿن واريءَ کٽ تي آپا، ٻارن جي ماءُ، ويٺي چڙيون سبي، ۽ ستل ساجد کي پکو به پيئي هڻي. ۽ ٻي ڪنڊ ڇڏي، ٻرينءَ کٽ تي قمر ويٺي ڪاغذ تي نقشو آتاري.)

بورچياڻي- اما، او قمر بيبي! پاڻڙي کي ته ڪڍ- جانور ٿو زيان ڪري.

قمر (خارن مان)- توبه مائي! رضيه کي ننڍي سڏين، ڪولي تي پيئي راند ڪري ۽ مان ڏسين ننڍي ڪم ڪري رهي آهيان!

آپا- موڪل جو سڄو ڏينهن بيڪار وڃائي، هن مهل ڪتاب کڻ ۾ ڪٺي ويهي رهينءَ! نه ڪپڙا استري ڪيئه، نه اسڪول جو يونيفارم ڌوتئه ۽ نه ننڍن ڀائن جا ئي ڪپاٽ سڌاريئه! هي چڙيون اڳئين هفتي ڏنيونمانءِ، ته هڪ سبي، وري رکي ڇڏيئه- اڄ ٻه ياد ڪونه آيئه! جيئن درجا وڌو چڙهندا، تيئن ناڪارا ٿيندا ٿا وڃو. رڳو هاءِ گهوڙا، شرارت، هٽ پٽ- گهر مٿي تي ڪٺي ٿا ڏيو. ڪو ڪم چئبوَ، ته پڙهڻ جو بهانو...! (نوڪر کي سڏ ڪري) گلو، ڇوڪرا! شاهد بابا کي هيٺ ڪٺي وڃ، وڃي کهمائينس.

(ڇوڪرو شاهد کي ڪٺي وڃي ٿو)

(ضيا، رضيه ۽ سڄو مٿي ڪوليءَ تي لغڙ اڏائيندي ڏسجن ٿا.



سڄو- ڀائي جان، پيچ ٿو لڙاوئي!

بل ڏينس، ڀائي جان! هاڻي ڍل ڏينس: ڇڪينس... ڇڪي ولينس.

رضيه- ڏسجانءِ، ڀائي جان، متان "هن جو مانجهو اسان جي ڪان تکو نه هجي، ته لغڙ ئي ڪاٽا ڪري ڇڏي اسان جو... او، او ڀائي جان! هوڏانهن ڏس، اڃي لغڙ ڪاري کي ڪاٽا ڪري ڇڏيو!

سجو- تون هڪ ٻي ٻه ڳالهه ڏيار لغز ڪي، ته پيچ پختو ٿئي.
او ائين. هاڻي جڪي ڏينس... زور سان.
رضيه- اڙي! اسان جو ئي لغز ڪاٽا ٿي ويو...! مان ته چيو مانءَ
ٻائي جان، ته هن جو مانجهو پڪو نه هجي، پر تون سجوءَ جي چئي لڳين.
هاڻ لغز ئي ڪاٽا ڪرائي ڇڏيئه. هِي دفعي هن جو چوڻ متان مڃين.
سجو- مون کي ڪهڙي خبر هئي ته هن جو مانجهو ڪو پڪو آهي!
(هوائين وڙهندا، گوڙ ڪندا، سڀ هيٺئين ڪوٺي تي لهي اچن ٿا.)
ضيا (قمر کي پڙهندي ڏسي) - اڙي، هوم ورڪ [گهر جو ڪم]
ته مون کي به ڪرڻو آهي! اڙي پر منهنجي ته ٽيسٽ [ڪچو امتحان] آهي!
ياد ئي ڪونه رهيو مون کي ته... (گهبرائجي ٿو وڃي.)
رضيه- مان کي به ته پوئٽري لرن ڪرڻي [بيت ياد ڪرڻو] آهي!



قمر- مون کي "گڊ مئنرس" [چڱا اخلاق] بيت به ياد ڪرڻو آهي. ۽ اسپيلنگ [صورتخطي] به...
سجو- اسپيلنگ ته مان کي به ياد ڪرڻي آهي. پر مان کي ته حساب به ڪرڻا آهن!
رضيه باجي، ٽيون ڏينهن جيڪي حساب تو ڏيکاريا هئا، سي سڀ مِس [ماستريائيءَ] رانگ [غلط] ڏنا - چيائين ته "اسٽيپ باءِ اسٽيپ [ڏاڪي بڏاڪي] ڪر." بيهه توکي ڏيکاريان ٿو. ڪتاب ڪٿي اچان...
(ٽيئي پنهنجا پنهنجا ڪتاب ڪٿي اچن ٿا، ۽ پنهنجيءَ پنهنجيءَ کٽ تي ويهي پڙهڻ لڳن ٿا. ضيا جو منهن لٿل آهي - گهبرايل ڏسو لڳي. رضيه بيت ٿي ياد ڪري.)
رضيه (بيت ياد ڪندي) - "رڪنئي ڪو رڪنئي ڪو، "آئي ايم آ پيجن -
[غٽرغون غون، غٽرغون غون - مان هڪ ڪبوتر آهيان...]

سجو (اسپيلنگ ٿو پڪي ڪري) - آر - او - پي - اي...روپ - "روپ" معنيٰ "نوڙي". ايف - اي - اين...فئن - معنيٰ "پڪو" ايس - اين... سنيڪ... رضيه باجي، "سنيڪ" معنيٰ "نانگ" نه؟

قمر - ها.

سجو - اسپيلنگ ته پڪي ٿي، هاڻي پوئٽري ياد ڪندس.

"ارلي رائيز ائنڊ ارلي گو ٽو بيڊ،
سي گڊ نائيٽ ٽو يوئر مدر ائنڊ ڊيڊ."

[صبح جو جلد اٿو، ۽ رات جو جلدي ماءُ پيءُ کي شب بخير چئي سمهي رهو]

ضيا - سجو، آهستي پڙهه... باجي، مائينس ٽوئنٽي ٽو ايڪس (22x- مان مائينس ٽوئنٽي ايڪس (20x-) ويا، ته ڇا بچيو؟

قمر - سولو ته آهي - باقي مائينس ٽو ايڪس (2x-) بچيو. توکي ايترو به نٿو اچي؟

ضيا (ٿوري دير کان پوءِ) - پلس فائيو ايڪس اِنٽ مائينس ٽو ايڪس (5x×-2x) ڇا ٿيندو؟ پلس کين مائينس ٿين ايڪس؟ هان باجي؟

قمر (رڙ ڪري) - ضيا! پلس اِنٽ مائينس، مائينس [+×-=-] ٿيندو - سو دفعا اهو ٻڌايو اٿيئي! اهو نه آيئي، ته الجبرا به ڪانه ايندئِه. اهو سمجهي ڇڏ. ڪند ذهن ڪنهن جاءِ جو.

رضيه (وچ ۾ ٽپي) - ڀائيجان، هڪڙو پاڪستان نقشي جي هڪ پاسي آهي، ته ٻيو وري ٻئي پاسي - ائين ڇو ڪيو اٿن؟ تڪر هيٺ، تڪر هُتِ هُئڻ جي بجاءِ، هڪ هنڌ هجي ها، ته جيڪر ڇا ٿئي ها!

ضيا - الائي ڇا ٿئي ها - مون کي ڪهڙي خبر؟ وڃين جن ڪيو آهي، تن کان پڇ. سڀ مون کان پڇندين؟ 'هيئن ڇو ٿيو، هيئن نه ٿئي ها، ته جيڪر ڇا ٿي پوي ها'...الا الا، ڇوڪري آ ڪا سر پٺو! مٿو کائي ٿي وڃي. هون...

قمر - ڏٺئه نه، ائين ٿيندو اٿيئي. جڏهن پاڻ منهنجو مٿو کائيندو آهين پڇ پڇ ڪري، تڏهن ڪونه خار لڳندا اٿيئي، جو هن جي ڇڻ تي 'الا الا' ٿو ڪرين!

- گل قل

سجو (وچ ۾ ئي)- رضيه باجي! تو اِنت نائن [٩×٢] چا ٿيو؟

رضيه- تنهنجو سر! ٽيبل [کوڙا] چڱيءَ طرح چو نه ٿو ياد ڪرين؟
جڏهن مان پڙهڻ ويهنديس، تڏهن توکي به ياد ايندو.

قمر ("گڊ مئنرس" ياد ڪندي)- هيلپ يوئر مدر ۽ بي آ گڊ گرل
[پنهنجي ماءُ جي ڪم اچ، ۽ سٺي ڇوڪري ڇواءِ!] ٽاڪ سيٽلي ۽
بي آ سيٽ گرل [مٺو ڳالهاءِ، ۽ مٺي ڇوڪري ڇواءِ!]

رضيه (جلدي)- پر باجي تون ته آپا جو ڪوئي ڪم ڪو نه ڪندي
آهين، ۽ نه وري اسان سان مٺو ڳالهائيندي آهين؟

قمر (چڙ ڏيئي)- چپ ڪر، تنهنجو ڇا؟ ائين وچ ۾ نه پنهنجو
نڪ ٽنبيندي ڪر! آئي آ وڏي ويچاري.

(جهٽ رکي وري پڙهي ٿي.)

لَوُ يوئر لٽل ونس، ائنڊ بي آ نائيس گرل

[پاڻ کان ننڍن کي پيار ڪر، ۽ سٺي ڇوڪري ڇواءِ!]

ضيا- پر باجي، تون "گڊ مئنرس" ڇو ٿي پڙهين؟

قمر- ڇا مطلب؟

ضيا- باجي، ڪهڙو فائدو!

(قمر تيز اکين سان ڏانهس نهاري ٿي... ڪتاب بند ڪري،
خارن مان ڪٽ تان اٿي، بورچيخاني ۾ وڃي ٿي...)

قمر (بورچياڻيءَ کي)- مائي، ماني تيار آ؟

بورچياڻي- ها بيبي! سڏيو آپا بيبيءَ کي ته وندي ڏيئون...

قمر (واڪو ڪري)- آپا، بک لڳي آهي...

آپا (اندران ڪمري مان اچي)- ها پليٽون رک ميز تي، ته ماني
ڏيانوَ... توهان به اٿو پارؤ، دير ٿي ويئي آهي... ٻتيءَ کان ايترو پري
وينا پڙهو، تڏهن ته مٿن ۾ سور پويو ٿو. پڙهڻ ايندوَ نه رات جو
ياد، ته پلي اکيون خراب ٿينوَ... اٿو ته، ڪين...... جلدي ڪريو!

رضيه- پر آپا، اسان کي ته اڃا الاهي پڙهڻو آهي. اسان ڪٿي پوءِ
ڪائينداسين. باجيءَ کي بک لڳي آهي. ته پلي ڪائي ڇڏي. اسان کي
نه ته مِس [ماستريائي] سزا ڏيندي.

آپا— نه، سيئي گڏ کائيندا... ڏينهن جو پڙهڻ نه ياد ايندن؛ سڄو ڏينهن نچي ٽپي وڃائيندا! موڪل جي ڏينهن ته آرام به نصيب نه اٿن. پوءِ اڌ رات تائين ويٺا ڪتابن سان اک پوٽ ڪندا. صبح جو آٿاري آٿاري، بيزار ٿيءَ، ته اٿڻ جي نه ڪندا. مان پڇان ٿي ته توهان کي لڏڻ مهل ٽپڙ ڇو ياد ايندا آهن؟ ڏينهن جو ڇو نه پڙهي رکندا آهيو؟ ...... اٿو جلد ڪيو! ماني ٽيبل تي رکي آهي— ٺري ويندي...

(ٽيئي ٻار بي دليا اٿي، ڪتاب ويڙهي رکن ٿا. ضيا جو منهن روئڻهارڪو آهي— شايد سڀاڻي جي امتحان جو خيال ٿو ستائيس. رضيه به ٿوري فڪرمند آهي. ڪيس بيت اڃا پورو ياد ڪونه ٿيو آهي... ماني کائڻ کان فوراً پوءِ، سندن ماءُ پيءُ پڙهڻ ڪونه ڏيندن... پوءِ ته وري ننڊ ايندين... سڄو البت بي پرواهيءَ سان ويٺو کائي— ڪيس مار جو ڊپ خيرڪو ٿئي. پليٽن ۽ چمچن جا آواز گهٽبا ٿا وڃن...)

(پردو ڪري ٿو)

| نوٽ: ٻارؤ! پرديسين اڇي اسان جو ديس وسايو آهي. انهن جي ٻوليءَ جو اثر هنن ٻارن تي به پيل ٿو ڏسجي، جو "ادا" جي بجاءِ "ڀائي جان"، ۽ "اديءَ" جي بدران "باجي" ڪوٺڻ جو رواج تن ٻيو آهي هنن ۾. 'سڄو' تـه راند ڪندي به اردو ٻوليندڙ ٻان وارو ٻنجي ويهي رهيو آهي! شايد ٻاڙي ۾ ڪو سنڌي ٻان وارو ڪونه هو! ٻي زبان سکڻ سچ پچ ڏاڍي سٺي ڳالهه آهي، پر پنهنجي ٻوليءَ جي حفاظت ڪرڻ به هرڪنهن کي جڳائي. آهي نه ائين؟ |
|---|

# وطائي فقير جا گفتا

علامه آءِ. آءِ. قاضي

چون ٿا ته، هڪ ڀيري، وطايو فقير ڪنهن پاسيري پيچري سان اڪيلي سر پئي ويو، ۽ سندس بوڇڻ جي پلاند ۾ هڪ ڪلدار رپيو ٻڌل هو. خيال آيس ته متان هن اڪيلي واٽ تي ڪو چور نه گڏجي وڃي، جو نه رڳو ڪانئس رپيو ڦري پر هٿي ڪيس به ڦٽي وجهي، سو ڇا ڪيائين جو رپيو ڇوڙي ڪٽي گس جي پرسان ٻيٽل اڪ جي پاڙ ۾ رکيائين، ۽ پوءِ خدا جا شڪرانا بجا آڻيندي، چيائين ته "اي ڏٽي منهنجا! ڇگو، جو هن جزا مان جند ڇڏائيئي. هاڻي هٿين خاليءَ کي ڊپ ڪونهي! نڪي هڙ ۾ ڪي هوندو، نڪي ڪير ڦريندو." ائين چئي، اٿي پنڌ پيو. ڪجهه وقت گذري ويو، ۽ واءَ لڳڻ سببان، رپئي متان مٽيءَ جو ته، وري ويو. هڪ ڏينهن، ڪو مسافر ساڳئي گس تان اچي لنگهيو، ۽ قضا حاجت لاءِ اچي انهيءَ اڪ جي پاڙ ۾ ويٺو. رپئي واريءَ جاءِ تي، جو پاڻيٺ پيو، سو مٽي لهي ويئي، ۽ هيٺان ڪلدار چمڪڻ لڳو. ٻنا هٻڪ جي، هن يار به جهٽ ڪري ڪٽي هٿ ۾ ڪنيو. ڀانيائين ته اهو اڪيلو رپيو ڪونه هوندو، پر اتي پڪ ڪو خزانو پوريل آهي! سو سنيري وڃي مزور وٺي آيو، ۽ اچي کوٽائڻ شروع ڪيائين. ڇوڏاري ڪڍون لڳي ويون، ۽ اڪ پاڙن سوڌو ڪٽي ٻاهر ڪيائون. پر هٿا ڪاريءَ وارا ڪک، سو ملين ڪي به ڪين. نيٺ سور پئي، ڪڪ ٽي، روانا ٿيا. هڪ ٻن ڏينهن بعد، وطايو به وري ساڳئي انهيءَ گس تان اچي لنگهيو. ڏسي ته، مار، ڇوڏاري ڪڍون لڳيون پيون آهن، ۽ اڪ پاڙ سوڌو ٻاهر



پيو سُڪي! اِتي، ٻئي هٿ مٿي ڪٽي، چيائين ته "شڪر اٿئي اي منهنجا
مولا! جيڪڏهن آءٌ انهيءَ رپئي مان جند نه ڇڏايان ها، ته مون سان ب
ساڳي انهيءَ اڪ واري ڪار ٿئي ها!"

چون ٿا ته، هڪ ڀيري، وطايو فقير ڏسي ته، هڪ گهورڙيو پير
گدرا وڪڻي. ڪيس رکيو چار
پئسا ڳنڍ ۾ هئا، سي ڪڍي
ڏنائينس... ۽ گهورڙئي ڪيس
هڪ چڱو ٺاهوڪو گدرو ڪٽي
ڏنو. وطائي ڏٺو ته گهر ۾
ماڻهو گهڻا آهن ۽ هن هڪ
گدري مان پورت ئي ڪانه
ٿيندي: پر وڌيڪ پئسو ب
وٽس ڪونه هو، سو ويچار
ڪيائين ته 'گهورڙئي جي
اڳو گدرن جو ڍڳ لڳو پيو
آهي. سوال ڪريانس، ته من
هڪڙو ڪٽي ڏئي!' اهو
سوچي، چيائينس ته "هڙ ۾



پئسو ڪونه اٿم، جو ٻيو گدرو وٺان؛ پر ٻويان آڪهه وڏي آهي، ۽
هن هڪ گدري مان ته ڪين ڦار ڦار ب هٿ ڪانه ايندي. سو سائينءَ
جي نالي تي تو توکي سوال ڪريان ته نام خدا، انهيءَ مولا جي محابي،
هڪڙو ٻيو گدرو ڏيار!" گهورڙيو ڪجهه ويرم ته ڪاوڙ وچان گهور
ڪري ڏانهس نهارڻ لڳو، ۽ آخر خفا ٿي، ڪُسندي مُسندي، هڪ
اهڙو ڪنو ڦٽل گدرو هٿ ڪيائين، جو پاڻ ته ڪو به ڪونه وٺندو-
سو اهو ڪٽي وطائي فقير جي هٿن ۾ هنيائين. وطائي، هيءَ لقاءَ ڏسي،
گدرو تريءَ تي رکي، ڪٽي مٿي ڪنيو، ۽ ڳوڙهن ڀريل اکيون آسمان
ڏي ڪڻندي، چيائين ته "اي الله! ماڻهن وٽ تنهنجو قدر اجهو اهو
آهي! تنهنجي نالي ۽ نالي تي اجهو هيءُ مليو اٿم! ڏسان ٿو ته ماڻهن
وٽ تنهنجي نالي کان ڇڙهن پئسن جو مان مڙيوئي مٿي آهي."

# گڏھ آخر گڏھ

تمام جھوني زماني جي ڳالھ آھي تہ ھڪڙو گڏھ پنھنجي مالڪ



کي پٺيءَ تي کڻي، ھڪڙي شھر کان ٻئي شھر ڏانھن پئي ويو. گڏھ پنڌ ڪندي، ڏاڍو ٿڪجي پيو. گھڻي بار سبب سندس ڇيلھ ڇپي تي پيئي ھئي. سو رستي ۾ ھلندي، ساھي پٽڻ لاءِ، ھرھر ٿورو وقت بيھي ٿي رھيو. ھوڏانھن مالڪ لڪڻ سان کيس ڪُٽڻ ۾ بہ وسان ڪين ٿي گھٽايو.

گڏھ مار کائي کائي، سوچڻ لڳو: ’مالڪ کي بہ پُٺيءَ تي کنيو اٿم، ۽ ھوڏانھن سندس بار جي ڳوڻ بہ منھنجي پٺيءَ تي! ھيءُ ڪٿان جو نياءُ آھي؟ پنڌ ڪري ڪري، ھاڻ تہ ڏاڍو ٿڪجي پيو آھيان. وڏيڪ مالڪ مون کي لڪڻ سان ڪُٽي ڪيترو بہ ڪٽي، پر مان ھڪ وک بہ اڳتي ھاڻ ڪونہ چرندس.‘

اھو خيال ڪري، گڏھ اڳتي ھلڻ کان صفا نابري واري بيھي رھيو. ھوڏانھن مالڪ ڪاوڙ ۾ ٻرجي ٻرجي، گڏھ کي وري بہ لڪڻ سان خوب ڪُٽڻ بيھي رھيو. نيٺ ھو گڏھ کي لڪڻ سان ڪُٽي ڪُٽي، ٿڪجي پيو. پر گڏھ چوي تہ ’چرڻ جنھن جو نالو، سو آءٌ چاڙھائي ڪونہ!‘ ۽ ٿيندي ٿيندي، ائين گھڻو وقت گذري ويو.

اتي مالڪ سوچڻ لڳو: ’جتي مار مان مطلب سڌ نہ ٿيندو آھي، اتي پيار جي ٿوري ٻُچڪار جادو ڪري ڇڏيندي آھي!‘

—گل قل

پوءِ مالڪ گڏھ کي پيار جون ٻچڪارن ڏيئي، چوڻ لڳو: ”پيارا گڏھ!
مان ويٺو عجب کان ته توکي ڇا ويو آھي؟ سج ڪيترو نه مٿي چڙھي
آيو آھي! جلد ٿي، ته پنڌ پئون!“
مالڪ کي مٺو ڳالھائيندو ڏسي، گڏھ وائڙو ٿي ويو.
گڏھ پنھنجي مالڪ کي چوڻ لڳو: ”منھنجا مالڪ! توھان مٿان
مان پنھنجي جان قربان ڪرڻ لاءِ تيار آھيان، پر ڇا ڪريان! توھان کي
۽ توھان جي بار کي ڪٿي ٽڪجي پيو آھيان!“
مالڪ خيال ڪرڻ لڳو ته ’ڪڏھين ڪڏھين گڏھ کي به ”ابو، پٽ“
چئي ڪم ڪڍبو آھي.‘ اھو ويچار ڪري، گڏھ کي چيائين: ”گڏھ بابا!
چڙ ھاڻي انھن ٽالن کي. اٿ، مون کي جلدي شھر وٺي ھل!“
انھيءَ تي گڏھ ڪيس جواب ڏنو، ”منھنجا مالڪ! مان توھان کي
ته پنھنجي پٺيءَ تي کڻي ھلڻ لاءِ تيار آھيان، پر توھان جي بار واريءَ
ڳوڻ کي نه!“ مالڪ انھيءَ تي کلي چوڻ لڳو: ”تنھنجي اھا مرضي
آھي ڇا ته اسين ڳوڻ اتي ڦٽي ڪري ھلون؟“ گڏھ جواب ڏنو: ”نه،
مالڪ، نه! توھان منھنجي پٺيءَ تي چڙھي ھلو، پر ڳوڻ کڻو پنھنجي
مٿي تي؛ آءٌ اھا ڳوڻ ڪونه کڻي ھلندس.“
مالڪ دل ئي دل ۾ کلي ڏنو، ۽ سوچيائين: ’گڏھ، سو نيٺ گڏھ!
مون کي ڪھڙي تڪليف ٿيندي؟ بار ته ساڳيو مٿس ئي ٿيندو!‘
آخر گڏھ مالڪ کي کڻي ھليو، ۽ مالڪ بار واري ڳوڻ کڻي پنھنجي
مٿي تي رکي. بيوقوف گڏھ کي اھا خبر ڪانه ٿي پيئي ته ساڳيو بار ھو
ته سندس ئي پٺيءَ تي!
انھيءَ ڏينھن کان ھرڪو گڏھ کي ”گڏھ“ ڪري سڏيندو آھي-
عقل جو گھٽ اٿس.
- ماھوار ”جوت“، بمبئيءَ، جي مھربانيءَ سان.

---

ھڪڙي لومڙ، ھڪ ڏينھن، گڏھ کان اچي پڇيو: ”يارا! ھرڪو چوي ٿو ته
تون ڪم عقل آھين!“
گڏھ، ھيڏانھن ھوڏانھن واجھائي، لومڙ ڏي منھن ڪري، نھايت راز واريءَ
لھجي ۾ چوڻ لڳو: ”اصل ڳالھ اھا اٿيئي ته سڀني کي منھنجي ڏاھپ سان ساڙ آھي!“
- گل ڦل

سنڌيڪار: جمناداس ولبداس

# هئملن شهر جو شرناءِ وارو

قصو هئملن جو ٻڌايانو تو، ملڪ جرمنيءَ ۾ ٿيو شهر سو؛
هو ”ويزر“ نديءَ جي ڪناري اتي، هليو جنهن ۾ واپار پڻ جام ٿي؛



بغيچا ۽ بنگلا ۽ رستا سفا،
مگر زهر جهڙا سي ٻاسڻ لڳا:
سبب آنءَ اسرار جو هيءَ هئو،
ته ڪئن سڄو شهر هو دق ڪيو؛
ڪئا ٻي هئا سڀ ايذا وڏا،
ٻلين جي جنهي کي نه پرواهه ڪا؛
سي پينگهن ۾ ٻارن ننڍن جو وڃي،
چڪين ماس کائي ها ويندا ڇني؛

رڌڻ ۽ پچائڻ جي جاين ۾ خاص،
وڃي ڪن ته زالن ۽ مردن جا بوٽ،
ٿيي پوندا محفل ۽ مجلس ۾ ها،
ڪندا ها وڃي چيز هر ڪنهن کي ناس؛
وسايا ڪري پنهنجا گهر تن ۾ خوب؛
سي مستي به بيحد اتي ها ڪندا.

ننڍا خواهه وڏا شهر جا ان ڪري،
ڪيئون ڏاڍيون تقريرون ٿي زوردار،
چيائون، ”اسان کي کپن ڪين ٿا،
”ٻڪهارون وڏيون ڪين جيڪي ڏيون،
”ڪئن جو عدد تان ڏسو ڪيئن وڌي،
ابو شهر جو ات وڏو جو هئو،
چيائين، ”ڪريان مان وڃي آپ ڪهات،
ٿيا گڏ هئا هڪ وڏي هال ۾؛
ميونسپل مشيرن تي چنديئون بخار؛
موڳا ههڙا موڙهل ’ابا‘ شهر جا؛
ٿين ڪم ۽ ڪارجون ڪين ٿيون؛
لڳو آهه اربن ۽ ٻدمن وڃي!“
ٻڌي گند گاريون پشيمان ٿيو؛
نه چارو سجهي ٿو مون کي ڏينهن رات!“

ـ ڪل ڦل

اچا مرد زالون اتي ئي هئا،
چيائون، ”لنگهي آءٌ، جيڪو هجين،
لنگهي پوءِ آيو، جو ماڻهو اندر،
جو جامو انهيءَ جي ڪلهن تي هئو،
نهيل هو سجو ئي اهو پٽ جو،
گلي ۾ وڏي هئائين لونگي سٺي،
ٻُچي آن جي ڏاڙهي، ڳڻا ئي لسا،
هٿن منجهه شرناءِ جيڪا هيس،
چيو مرڪ ۽ مشڪ سان آن اچي
”جو جادوءَ ذريعي ڪري ٿو سگهان،
”ڍڳون ۽ تِڏون، ڏينيو جي زهردار،
”جي آزار لاهيان اوهان جو ڪٽي،
چيائونس، ”خرچي جا توکي ڪپي،
”نہ پئسي جي پرواه اسين ٿا رکون،
ڏسي ايڏو ماڻهن سندو انتظارُ،
چيائونس، ”هڪُ چا؟ پنجاه سجا،

ڪلي، تنهن تي درويش سو خوش ٿيو،
وڄايائين شرناءِ تي راڳ چار،
ڪي ڪارا ۽ ڀورا ۽ نـاسي، اڇا،
سيئي گهر ۽ ترُ پنهنجا ڇڏي،
لکين ۽ ڪروڙين جڏهن گڏ ٿيا،
چيائون، ”اجهو سڀ هيئن ٿا وڃن،
گهٽيون پوءِ شرناءِ وارو گهميو،
ڏنائين جڏهن ڪونہ آهي رهيو،
سڄي فوج ڪئن جي آن جي پٺيان،
ندي جا شهر ڪان پري ڪانہ هئي،
ڏنائين ٽپو پوءِ ڪناري مٿان،

تہ دروازي ٻاهر ٻہ ڪڙڪا ٿيا،
پڇڻ ۽ ڪرڻ جو سمو ناهہ هي!“
بدن ۾ هو پتلو، شڪل ۾ سندر،
مٿي ڪان وٺي پير تائين ٿي ويو،
سو ڳاڙهو ۽ نيلو ۽ زردو ڦڪو،
۽ جوراب پيرن، جُتي اطلسي،
ڏسڻ ۾ لڳو تي وڏو پارسا،
وڄائيندي تنهن کي خوشي پئي ٿيس،
تہ ”ڳٽي ڪريو ناڪنهين ڳالهہ جي!
اوهان جا جي دشمن، سيئي ناس مان،
تني جو هميشه ٿو ڪريان شڪار،
تہ ڏيندؤ ٻم بخشش يا خرچي گهٽي؟“
چئي ڏي اسان کي اِتي ئي اِتي،
جو ڳٽين ۾ سيئي اڳ ئي پيا مرون!“
چيائين، ”وٺان آءٌ گينيون هزارُ!“
ڏيون توکي، جي تون ڪرين سڀ فنا!“

چوي: ’بخت آهيم وارو ڪيو!‘
ٻڪي ٻوڙي آيا ڪئا پيشمار،
سنها ۽ ٿلها ۽ ننڍا ۽ وڏا،
هليا تي هليا راڳ جي پوٺتي.
تڏهن شهرواسي سيئي خوش ٿيا،
نناٽي وطن ڏي وري ٿا پڇن!“
هتي ۽ هُتي پڻ رليو ۽ پنيو،
تڏهن پنهنجو رخ تنهن نديءَ ڏي رکيو،
ٽپا ڏيندي، نچندي، هلي پئي اڳيان،
سا تنهن دم گهٽي زورسان پئي وهي،
ڪئا پڻ ٽپي پيا گهٽي چاه سان،

—گل ڦل

انهيءَ ريت درويش لشڪر سڄو، ”ويزر“ منجهه ٻوڙيءَ ساري ڇڏيو!



ڪوئن ڪان سڄو شهر آجو ڏسي،
ننڍن خواه وڏن تي ملهائي خوشي؛
نغارا ۽ پڙغم اُئين ٿي وڄيا،
جُئين ڪي سوين گهوٽ ٿي پرڻيا؛
۽ ”ويزر“ نديءَ تي، جو ميلو لڳو،
تنهين کي ڏسڻ لاءِ هرڪو ڀڳو؛
آفيسون ۽ اسڪول جيڪي هُئا،
اهي سڀ انهيءَ ڏينهن بند ٿي ويا؛

سڄي شهر ۾ پوءِ هوڪو ڦريو
”ڪجي ڪا صلاح آئينده واسطي،
جڏهن حال پرجي سمورو ويو؛
ته ”رازن ۽ وادن کي ڪوني ڪري،

ته ”ماڻهو سڀئي هال ۾ گڏ ٿيو!
وري نا ٿين جيئن ڪُئا شهر ۾!“
تڏهن ٿي ”ابي“ ايئن سين کي چيو
ڏيکاريو پرن کي دوائون پري!“

اڃا ڪوبه، واپس ويو ڪون هو،
چيئين، ”استريون پرش سڀئي توهين،
ته ”گينيون سموريون ڪٽي هت اچو،
چيائون، ”ڀلا، هي ڇا ٿو چوين؟
”چوين ڇا جون گنيون، ۽ ڇا روپيا،
”جي ڪيسي جي خرچي ٿي باقي ڪپئي،
ٻڌي حال درويش جو هوش ويو،
”پڇڻ آه انجام ڏاڍو خراب،
”پلائي گهرو، جي او هين پانهنجي،
چيائون، ”اي بدمعاش، آهين تون ڪير،
”هي دڙڪاءِ ڌمڪيون انهن کي تون ڏي،
”ڪُئا جي اسان جي شهر ۾ هُئا،
”پلا هاڻ نقصان ڪهڙو ڪندين،

ته شرناءِ واري اڇي سنهن ڪليو؛
ٻڌو ڳالهه مسڪين جي پهريئين
تهان پوءِ پنهنجن گهرن ڏانهن وڃو!“
چرين ۽ ڪرين جان هي ڇا ٿو بڪين؟
اسان ٿي رڳا توسان چرچا ڪيا!
ته هان هي وٺي وڃ، هي پنجاهه اٿئي!“
چيائين ته ”پهلي ڪميٽا نه ٿيو؛
پشيمان ٿيندا، ۽ ڏسندا عذاب؛
ته پيسا ڏيو مون سمورا ڪٺي!“
گهرين تون اسان ڪان جو پيسن جو ڍير؟
جني جي دلين ۾ ڪو ڀؤ ڀي ٿئي؛
سي هاڻي سڀئي ناس ٿي ويا هليا؛
پڇي وڃ هتان، نا ته پڇتائيندين!“

ـ گل قل

نہ درويش چاڙهو ڏسي کوبہ پيو،
اها ساڳي شرناءِ رکي وات تي،
تنهي ۾ کو اهڙو هو جادو پريو،
گهرن ۾ رهڻ ۾ مزو نا ڏسي،
ڪٽڪ جو ٿهيو پوءِ جلدي اتي،
عمر ۾ هئا سڀ ڇهن جي اندر،
گهٽين مان جڏهن هي سيئي تي لنگهيا،
نہ طاقت ڪنهين کي هئي اهڙي ڪا،
سو درويش آخر سين کي وٺي،

مٿن مائٽن ۾ اچي پيو رودن،
ڏنائون نس گنيون سموريون پري،
”او هان جا هي ڪرتوت آهن ڪنا،
اهي لفظ چئي، شخص‘ واپس وري،
تهان پوءِ سڏ وئي سڏو هو هليو،
انهيءَ وقت ماڻهن ۾ سس پس متي،
’جبل آهہ ڏاڍو هي ڳاتي پڳو،

جبل ۾ دري هاءِ پوءِ هڪ کلي!
جڏهن سڀ لنگهي ويا انهيءَ غار ۾،

سي ماڻهو سيئي رنا زار زار،
پيو قياس درويش کي ڪونڪو،

سبق پوءِ پرايو سين آن منجهان،
رکيئون پوءِ نيت سچي ۽ سٺي،

وري پير پنهنجو گهٽين ۾ ڌريو،
وڄايائين جملي رڳا راڳ تي،
جو ٻارن نندن جو اچي من ڦريو،
سي شرناءِ واري پٺيان پيا لڳي،
تنهين ۾ هئا ٻار نئون سؤ ۽ تي،
سي سهڻا مزيدار من موهيندڙ،
تڏهن راڳ تي ٿي نچيا ۽ ٽپيا،
جو ٻارن کي گهلي وڃي ها آتان،
هئو ”ويزر“ نديءَ ڏي هليو ويو وڌي!

جو ڄاتائون ’هاڻي سيئي ٿا ٻڏن!‘
چيائين، ”مون کي نا ڪين هاڻ سي،
ڇڏيان نا تو هان کي سزا جي بنا!“
نديءَ جي ڪناري وٺان ويو ڦري،
۽ آخر اچي هڪ جبل وٽ رسيو!
چيائون تہ ’ويندو ڪٿي هاڻ هي؟
اجهو ٿو اچي مڙس موٽي سگهو!‘

تنهين مان هي لشڪر وٺي ويو هلي!
تڏهن پورجي وئي دري زور سين!

ڪيائون ٿي دانهون ۽ ڪيهون هزار،
وري موٽيو ڪين هرگز اهو!

نہ اڳتي ٺڳي ڪيائون ڪنهن شخص سان،
ڏٺائون ڪڏهن ڪانہ سختي وڏي.

---

# ارچڪ سرچڪ، ڏاڏا ڏرچڪ، آئي جهڙيالي آئي!

اِرچڪ سرچڪ، ڏاڏا ڏرچڪ آئي جهڙيالي آئي!
آڳ پڻيهڻ، ناڻگڻ جوڳڻ، منڊ نرالي آئي،
ڪارا ڪنڌي، چُنڌي ٻُنڌي، آئي جهڙيالي آئي.

ڪاريهر جان ڪارو ڪارو بادل جو پهراڻ، الا،
پوپٽ وانگي رنگ رنگيلو انڊلٺ جو اهڃاڻ، الا،
ٿانڊاڻي جان وڄ جا چمڪا سينهن ڪيو مانڊاڻ، الا،
مورجي ٽورجان هوريان ڏاڍيان وهندي نالي آئي-
آئي جهڙيالي آئي...

ڌرتي صوف جان سائي ٿيندي پوک ڪندي گلزاري، هو،
ڪير مکڻ جا ڪيچ ٿي پوندا، لئي لڳندي موچاري، هو،
سونهن سڳنڌ جون ڳالهيون هلنديون ڳوٺن ۾ چوڏاري، هو،
پورهيتن جي منهن تي گل جان آئي لالي آئي-
آئي جهڙيالي آئي...

آءٌ ته پيلي پنهنجي پاريون، موسم ڪان جنسار ڪسيون،
اوٺروانگي ڪرهو ڪاهي، ڪڪرن ڪان وسڪار ڪسيون،
ڳاجن ڪان گجگوڙ ڪسيون، ۽ ڪنوڻين ڪان چمڪار ڪسيون،
لوڪ ڪي ائين لڪا پوي، چڻ جائي جهڙيالي آئي-
آئي جهڙيالي آئي...

پنهنجي دنيا پاڻ ٺاهيون، آئي جهڙيالي آئي،
پيار پريو سنسار وسايون، منڊ نرالي آئي،
ڪوپ- ڪپت جو ڏيهه مٽايون، آئي جهڙيالي آئي!

- گل قل

عبد الحق "عظيم"

# ٻارن جون رانديون

ٻارن جي ٻولن ۾ جا لچڪ ۽ سادگي هوندي آهي، ان مان هميشه شعريت ۽ مٺاج پيو ٻڪندو آهي. معصوم صورت وارا ٻارڙا جڏهن پنهنجي انوکي انداز سان ٻول چون، ته وڏڙا پيا ٻهار ٻهار ٿيندا. سندن ٻول گهڻا تڪبندي تي ٿين، پر بعضي ته پوري وزن تي به ٺهڪيو اچن، ۽ ائين پيو ڀاسندو ته هنن ننڍڙن "شاعرن" جي "شاعريءَ" ۾ انوکو رس رميو پيو آهي. سندن ادائگيءَ جو انداز به اور آهي - ان وقت ڄڻ ساري جڳ جون خوشيون سندن سيني ۾ سميٽجي ايندڙيون آهن - پيا ٻهڪندا، پيا ڏهڪندا - جهڙا گل گلاب جا!

ٻارڙن جا ٻول جي اهڙا مٺاج ڀريا آهن، ته سندن رانديون وري تهان ئي مزيدار ٿين. ٻار لاءِ ته هرڪا راند ڄڻ خوشيءَ جا خزانا کڻيو ٿي اچي، ۽ هو ڪٿي ڪيتري به راند ڪن، ته به ڪين ورچن: ڪاڌو پيتو وسري ويندن، ۽ راند ۾ ائين مگن ٿي ويندا، ڄڻ ڇاوا نپنا ۽ ايڏا ٿيا ئي انهيءَ ڪرت ڪاڻ آهن.

سندن رانديون به عجيب ۽ قسمين قسمين! سنڌ جي ٻارن جون ڪي دلپسند رانديون هي آهن: گُڏين راند، لڪ لڪوٽي، گلگلوٽي، چونڪڙي جنهن کي "چيڪلي" به چون، ڪمري جنهن کي "بادشاهه" به چون، جهمري جنهن کي "جهم جهمان" به چون، گل - ڦيري جنهن کي "رومالي" به چون، ڪارو ڪير جنهن کي "ناني گُڪي" به چون، هڪ - ٽنگي جنهن کي "منڊڪ منڊڪ" به چون، ٻه - ٽنگي جنهن کي "پيرڙي" به چون ته "پير ٻڌي" به، ٽه - ٽنگي جنهن کي "سهي - مار" به چون، چو - ٽنگي جنهن کي "لُولي" به چون، ٽاپُو جنهن کي "درين راند" به چون، ارچڪ مرچڪ، ڦيرڦير سوٽو، پٽڻ ٻڌي، ڪنڌ ٻڌي، چيلهه چڱي،

- ڪل ٿل

ڏاڳي ٻڌي، چل ٻہ چلو، ٿلھ ٻہ ٿلھي، سچي - پلو، نور - سانبو، اٽي - ڏڪر، لغڙ اڏائڻ، لاٽون ۽ بلورن راند: نہ فقط اھي رانديون، پر چنھر، ٽ- ٽڻ، نوتڻ ۽ ڪوڏين جون رانديون بہ رچائين، ۽ پنھنجو من وندرائين.

راند کيڏڻ کان اڳ، وڏي جھيل سان، راند لاءِ گڏ ٿيڻ جو سڏ ٿيندو (ليڪ ڏنل لفظن کي ڌڪھو ڪري اچاربو):

اچـو ڙي ٻارو ...... رانـد جـو سعيو ٿيو...

جيڪو نہ ايندو، تنھن جي ناني ڳُڪي...!

يا وري چون:

ويل وندر جي آئي، ٻاروواريو راند جي وائي،

اچو تہ راند ڪريون، مڙو تہ راند ڪريون،

- جيڪو نہ ايندو، تنھنجو نانو نائي...!

ٻار تہ ويچارا اڳيئي راند لاءِ آتا ھوندا، ويتر جو ڪنھن ٻار اھا ٻانگ ڏني تہ اچي متو ڏيندا، ۽ لڳي ويندا ڪنھن نہ ڪنھن راند ۾!

## ڳُڏين راند.

ھيءَ راند فقط نينگريون ڪنديون آھن. جيئن تہ ھيءَ راند تمام وندرائيندڙ آھي، ۽ ننڍيءَ وھيءَ ۾ نينگريون اڪثر اِھا ڪيڏنديون آھن، تنھنڪري ھر ٻار وٽ پنھنجون پنھنجون ڳُڏيون تھيل ھونديون آھن، جي ھو پنھنجي ماءُ ماسيءَ، ڏاڏيءَ نانيءَ کان رنگ برنگي اڳڙين جا ٽڪر وٺي، ٺاھي يا ٺھرائي رکنديون آھن. نينگرين جي ڳُڏين ۽ ڳُڏن جو نمونو ئي نرالو: ڳُڏين کي سٺيون زنانيون پوشاڪون پھرائي، رنگ برنگ موتين سان انھن جون نٿون، والا ڏوپينديون، چوڙيون پارائينديون، ۽ ھار سينگار ڪرائي انھن کي ٻنھہ ”ڳاڙھيون ڪنئاريون“ بنائي ڇڏينديون، ۽ ڳُڏن کي وري مردانا ويس ڏڪائي، منھن مٽيادار بنائي، ٻنھہ ”ڳاڙھا گھوٽ“ بنائي ڇڏينديون.

جڏھن راند شروع ڪرڻي ھوندين، تہ سڀئي پنھنجون پنھنجون ڳڏيون ڪڻي اچي ويھنديون، ۽ ڳڏجي چونديون (ليڪ ڏنل لفظن کي

- گل قل

ڏکو ڪري اچاريندیون، يا ڪنهن ٻيءَ اهڙيءَ طرح ٻوليءَ ۾ جهيل
رس پيدا ڪنديون):

اچو تہ گُڏيءَ راند ڪريون،
ـ هي تہ منهنجو گُڏي گُڏو ـ
ويهو تہ گڏيءَ راند ڪريون ...!

۽ پوءِ ٻہ ڌريون ٿي ويهنديون، ۽ گڏن گڏين جو وهانءُ ڪرائڻ
ڪاڄ ٿينديون تيار!

پهرين ڪنديون "پڌري". ان لاءِ هڪٻئي ڏانهن (گُڏين هٿان
"مائٽيون" موڪلينديون. ان وقت ٻنهي ڌرين جون ٻہ ٻہ گُڏيون، واري واري
تي، هڪٻئي وٽ وينديون. هڪ ڌر جون گُڏيون "شريڪن" (ٻيءَ ڌر)
جي در تي پهچنديون، تہ هن ريت ڳالهين جي ڏي ـ وٺ شروع ٿيندي:

ٺڪ ٺڪ ... ٺاٺا ...! (دروازي کڙڪائڻ جو آواز)
ڪنهن جو ماڻهو ...؟ (شريڪاڻي ورندي)
پرائو ماڻهو ...! (آيل ڌر چرچي طور چوندي)
پيچ، تہ ڪتو نہ ڪائينئي ...! (شريڪاڻي ورندي)
ائين مائي پنهنجو ماڻهو ...! (آيل ڌر کلندي چوندي)
جيءَ آيون، ڀلي آيون ...! (شريڪاڻي ورندي)

ساڳيءَ طرح، ٻيءَ ڌر جون ٻہ گُڏيون جڏهن پهرينءَ ڌر (شريڪن) جي
در تي پهتيون، تہ ساڳيا ٻول چونديون.

پوءِ هلنديون "مائٽيءَ" جون ڳالهيون ـ ان وقت چونديون:

ادل منهنجو سورج مُشڪي ...! (آيل ڌر)
ادي منهنجي سوم کُلي ...! (ٻي ڌر)
ادل منهنجو ساڪ پريو ...! (آيل ڌر)
ادي منهنجي سونَ رتي ...! (ٻي ڌر)
ادل منهنجو جوڙو جوان ...! (آيل ڌر)

ادي منهنجي ڀوٽيڻڙي ...! (ٻـي ڌر)
ادل منهنجو مـاڻ ڀـريـو ...! (آيل ڌر)
ادي منهنجي ڳـاڻ ڳـٺـي ...! (ٻـي ڌر)
ادل منهنجو ڍول چـڱـو ...! (آيل ڌر)
ائـي، ساکي پتي (سچ پچ) ...؟ (ٻـي ڌر خوش ٿي پڇندي)
ادي، ساکي پتي (سچ پچ) ...! (آيل ڌر پڪو منهن ڪري چوندي)
ادي الـلـه آنـدو َ...! (ٻي ڌر، راضپو ڏيکاري، خوش ٿي چوندي)
ادي، لـک لـک مـبـارڪـون! (آيل ڌر پنهنجو پاڻ کي چوندي - يعني آيل ڌر جي ٻن ڳـڏين مان هڪڙي ٻيءَ کي چوندي)
ادي، خير مبارڪون! (ٻي ڳـڏي وراڻي ڏيندي)

ساڳيءَ طرح سان، ٻيءَ ڌر جون ٻ ڳـڏيون وري پهرينءَ ڌر وٽ وڃي مائٽيءَ لاءِ ڳالهيون هلائينديون، ۽ ساڳيا ٻول چونديون.

پوءِ، ٻئي ڌريون هڪٻئي ڏانهن ڪنوارين لاءِ هڪ هڪ "جورو" موڪلينديون. جوري پهچائي اچڻ واري هڪ ڳـڏي هوندي، جا جڏهن جورو پهچائي، "مائٽي" پڪي ڪري موٽندي، ته اچي خبر ٻڌائيندي، ۽ چوندي:

ادي سائينءَ جي جـوڙ جـُڙي -
جوڙ جڙي، ادي، جوڙ جڙي ...!

پوءِ ٿيندو "مڱڻو". انهيءَ ڏڻ تي، واري واري سان، ٻئي ڌريون هڪٻئي ڏانهن پنهنجيون چار چار يا پنج پنج ڳـڏيون، هڪ هڪ جورو ڏيئي، موڪلينديون. اهي اتي پهچڻ تي جدا جدا چونديون:

ادي، گهوٽ ماءُ دعا ڏني ...! (آيل ڌر جي هڪڙي ڳـڏي چوندي)
ادي، گهوٽ ماءُ سلامت! (ٻي ڌر وراڻيندي)
ادي، گهوٽ ماءُ ڪنوارڻي ...! (آيل ڌر جي ٻي ڳـڏي چوندي)
ادي، گهوٽ ماءُ سلامت! (ٻي ڌر وراڻيندي)

١-١٩٥٩ع

ادي، گهوٽ ماءُ بولو ڏنو۰۰۰! (آيل ڏر جي ٽين گڏي چوندي)
ادي، گهوٽ ماءُ سلامت! (ٻي ڏر وراڻيندي)
ادي، گهوٽ ماءُ جورو ڏنو۰۰۰! (آيل ڏر جي چوٿين گڏي چوندي)
ادي، گهوٽ ماءُ سلامت! (ٻي ڏر وراڻيندي)

۽ جڏهن ٻنهي ڌرين جون گڏيون هڪٻئي وٽان جورا ڏيئي موٽنديون ۽ اچي خوشخبري ٻڌائينديون، ته چونديون:

گهوٽ ماءُ، دعا آگهي۰۰۰! (هڪڙي گڏي چوندي)
ادي، مبارڪون! ("گهوٽ ماءُ" وراڻيندي)
گهوٽ ماءُ، ڪنوار ڪاميٽي۰۰۰! (ٻي گڏي چوندي)
ادي، مبارڪون! ("گهوٽ ماءُ" وراڻيندي)
گهوٽ ماءُ، بولو آگهيو۰۰۰! (ٽين گڏي چوندي)
ادي، مبارڪون! ("گهوٽ ماءُ" وراڻيندي)
گهوٽ ماءُ، جورو اگهيو۰۰۰! (چوٿين گڏي چوندي)
ادي، مبارڪون! ("گهوٽ ماءُ" وراڻيندي)

پوءِ ٿيندي "ٻُڪي"، جا، واري واري سان، ٻنهي ڌرين وٽ ملهائبي. ان ڏڻ تي ٻئي ڌريون هڪٻئي وٽ هڪ هڪ گڏي موڪلينديون، ۽ موڪلڻ وقت، هن کي چانورن (ڪٽڪ) لپ ڏيئي، ڪنواريتي ڌر (ڪنوار جي ڀيڻ يا سهيلي) چوندي:

ادي، آءٌ ادل گهر آن ٻُڪي موڪليان ٿي!

انهيءَ ڏڻ تي، ٻار (گهوٽ جي ڌر) پنهنجين ٽڪر جي آکرين ۾ اهي چانورن (ڪٽڪ) دائا وجهي، ننڍڙين مُهرين سان ڪُٽين - ان وقت چون:

چانور چڙيان، ٻاٽي ڀريان۰۰۰ (هڪڙو ٻار چوي)
ادي اديءَ لاءِ دعا ڪريان! (ٻيو ٻار چوي)

وري آيو "ڪير" جو ڏڻ. انهيءَ ڏڻ تي ٻئي ڌريون، (ڪنواريتن جي حيثيت ۾) واري واري سان، هڪٻئي کي ٻاٽيءَ (ڪير) جون لوٽيون ڀري ڏينديون آهن، ۽ گهوٽ جي ڌر واريون گڏيون چونديون:

ڪير' مليو!
راڄ کي 'پير' پٽليو!
دشمن کي ويـر مليو!
وبنگس کي ويـر مليو!

(هڪڙي گڏي چوندي)
(ٻي گڏي چوندي)
(ڪير ۽ مصري وجهي، ٽين گڏي چوندي)

وري اتي جو اتي ڪير ورهائيندا، ۽ گڏجي چوندا:
[ڏڪ ڏڪ ڪري (ڪوڙ پچائي يا سچ پچ) پاڻ ۾ ڦار پيئندا]

ڪير پيو، ڪير پيو،
ادل منهنجي جو ڪير پيو!

ڪير ۽ مصريون ڦوٽا،
ادل منهنجو چڙهندو پوٽا!

پوءِ ٿيندو "ونواهه". انهيءَ ڏڻ تي "ڪنوارين" کي "آکيا" ٻڌنديون، ۽ "گهوٽن" لاءِ هڪبئي کي ستارن لڳل ۽ پرت پريل ڳاڙهيون "چُنيون" ڏينديون. "ڪنوارين" کي لڪائي ڪنڌن ۾ ڪري وبهارينديون - ان وقت چونديون:

آئي، لِڪُ لڪُ! (سيئي گڏجي چونديون، يا هڪڙي چوندي)
ناظرو اچئي ٿو! (ٻي چوندي)
نظر هٽئي ٿو! (ٽي چوندي)
ڪارينئي يا مارينئي! (چوٿين چوندي)

يا وري پنهنجي منهن چونديون:

آئي، ڪنوار منهنجي ڪامٽي،
ايندي ادل جي سامٽي -
لڪايانس، لڪايانس،
لوڪ ساري کان لڪايانس!

پوءِ ٿيندو "وهانءُ". "گهوٽن" کي موتين جا "موڙ" ٻڌي، چاڙهينديون ٺڪر جي گهوڙن تي؛ ۽ پوءِ، هڪڙي گهوٽ جي ڀيرين، ٻئي جي پوءِ، ڪڍنديون ڄڃ. "ڄڃ" ۾ "گهوٽ" سان گڏ پنج - پنج يا ست - ست گُڏيون گڏبن. ان وقت چون:

ادل منهنجو گهوڙي چڙهيو،

مومل ماڻي جاڻ وريو:

ـ ادل منهنجو گهوڙي چڙهيو!

هڪبئي جي گهر جڏهن "گهوٽ" پهچڻ وارا هوندا، ۽ اجا پنڌ ۾ ئي هوندا، ته ڪنديون لائڻ جو سعيو. جهٽ پٽ ۾ "ڪنوارين" کي ڪنڌ مان ڪڍي، گهونگهٽ ڪرائي، چار چار گڏيون پاسن کان ڏيئي، ويهاري ڇڏينديون. "گهوٽ" پهتو، ته وچ ۾ ويهاري ڏيارينديس لائون. پوريون ست لائون ڏياري، "گهوٽن" ۽ "ڪنوارين" جي ڇنين جا پلاند ٻڌي، وري ساڳيءَ طرح ڏاڄ ڏوڄ سان ڇڄ ڪڍنديون پاهر. ان وقت ڪنواريتي ڏر واريون چونديون:

آڪَ مٿي ڦُلڙي، نم جهليو ٻُور،

ادي منهنجي سانولڙي، لڏي وئي ڏور!

"گهوٽن" جي، جا ڇڄ هوندي رستي ۾، تنهن کي هلائيندي چونديون:

ڳائي گڏي، ڳائي گڏو،

پرڻيي گڏي، پرڻيو گڏو:

ـ اسان پرڻايو، الله پرڻايو!

هاڻ ايندو "ستاوڙو". انهي ڏڻَ کان ساعت اڳ، گڏجي چونديون:

شادي ٿي، آبادي ٿي،

آڪهه مڙئي هيڪاندي ٿي!

پوءِ، سڀني گڏين ۽ گڏن کي گڏي ڇڏينديون. ۽ گهوٽيتيءَ ڏر جي هڪ گڏي، ڪنواريتيءَ ڏر جي هڪ گڏيءَ (سس؟) کي چوندي:

| | |
|---|---|
| گڏي ڙي گڏي، ڇا رڌو اٿئي؟ | ـ مڇي ماني. |
| منهنجي ڀتي؟ | ـ ڇڪي ۾. |
| لاهي ڏي! | ـ نٿي پڄان. |
| دائيءَ کي چئو! | ـ دائي مَندي! |
| دائي کي چئو! | ـ دائو مندو! |

حجام کي چئو!　　　　　　　　　　　　　　　　　　　— حجام ويو پير تي!
ڇا ورتئ؟　　　　　　　　　　　　　　　　　　　　　— ڇانوره
گهڻي سير؟　　　　　　　　　　　　　　　　　　　　— ٽڪي سير!

آهي ٻه ٽڪي سير... هوندو ٻه ٽڪي سير! پوءِ پنهي ڌرين جون، واري واري تي، سڀ "گڏيون" گڏجي چونديون:

اسين وڃون ٿا!　　　　　　　　　　　(ڪنواريتي ڌر)
ڪيڏانهن؟　　　　　　　　　　　　　　(ٻي ڌر)
پنهنجي گهر!　　　　　　　　　　　　(ڪنواريتي ڌر ڪاوڙ مان چوندي)

پوءِ گڏيون موٽي پنهنجي پنهنجي "گهر" وينديون — ۽ وري راند نئين سر!

گڏين راند وچ ۾ جي 'ڏڻ' اچن ٿا، انهن ۾ ڪي ٻار هي ٻول پڻ چوندا آهن:

— "گهوٽ" کي سُرمي پائڻ مهل.

هڪڙي سرائي،
ٻي سرائي،
ٽين ڄ جو وارو.

ڪريلا ڙي ڪريلا!
ڪريلي جي بازي —
بازي ته ٻُت جي،
موسم ته رت جي!

— ڪنوار جو 'نيڪيٽي' وقت آلاپ.

لعل سونارا،
جهومر ڏي —
وڃئو اٿم ساهرين!

ماءُ ماتيجي،
سڏ نٿي ڏئي!
پيءُ چوي:

'اُهُ پٽ اٿُ،
'ڦلڪو ڪاٿُ!'

ڦٽي تہ وڃي ساهرين،
سونو بولو نڪ ۾،
سو تہ ڪِريَم هنڌ ۾،
بولو الڌم پٽ ۾...
ڦٽيءَ ماءُ کي لک لک مبارڪون!

ـ گهوٽ پيڻ جي آس.
ٽنڊٽي ڙي ٽنڊٽي!
اسين تنهنجا ماڻهو...
ڇپيندا سين ڏاڙهون.

هيءَ ڪکر کهڙي -
ستن پائرن جهڙي!
ست ئي پرٽايان،
اڇو جُبو پايان.
اڇي جُبي ليهہ،
پائر منهنجا ٽيهہ.
ٽيهن ۾ ڪتوريون،
الله ڏيندو ابي کي،
سون پائيندو نهرن کي،
هيرا موتي ڌيئرن کي...
لُنڊي گڏهہ دائيءَ کي!

ديگڙو دم تي،
پاءُ منهنجو ڪم تي؛
ديگڙو هيٺ،
پاءُ منهنجو سيٺ!

## جهمري يا جهم جهمان راند.

هيءَ راند ٻارن لاءِ ڏاڍي وڻندڙ ٿيندي آهي، ۽ سنڌ ۾ عام طرح کيڏي ويندي آهي. هن راند ۾ ٻارهن - بعضي ان کان وڌيڪ - ٻار شريڪ ٿين، جي هڪ ئي وقت ٽَنگ مٿي کڻي، پيءَ تي ٽپڪو ڏيندا، ۽ ٻنهي هٿن سان زور سان تاڙي وڄائيندا. تاڙيءَ بعد فوراً کين هيٺ جهِمٽو پوندو آهي، ۽ نهايت ئي وڻندڙ انداز سان "جهِم جهِمان" چئي، جهِمي، وري مٿي ٿي، مٿي کنيل ٽَنگ کي ڪڇ، وچوٽيءَ تي ڇڏيندا - ائين ڪرڻ سان سِرڪندا هلندا، ۽ پيا گول ۾ چوگرد ڦرندا.

گول ڪافي وڏو هوندو، جنهن جي وچ ۾ 'آڳي ٻار' پاڻهون آپيون ٿيو بيٺل هوندو، جيئن ڪنهن ٻار کي جهِمڻ وقت هٿ لڳي وڃي، ۽ ڪاپي پوي. جيئن ته هيءَ راند هڪ ٽَنگ تي ٿي ٿئي، تنهنڪري هن ۾ گهڻو ڪري ٻار ڪرندا يا ٿاٻڙبا آهن، يا جهِمڻ وقت اڳيرو وڌي ايندا آهن - پر بعضي ته اڌ اڌ ڪلاڪ ٻار ئي ڪاپندا آهن. بس، پوءِ ڪو ٻار ڪريو نه آهي، يا ٿاٻڙيو نه آهي، يا اڳيرو وڌي آيو نه آهي، ته ڪاتو نه آهي. ان ٻار جي ڪاپڻ تي گول ڦٽي پوندو، ۽ سڀ ٻار ڪانئس ڪؤڪائي وٺي ڀڄندا - پر پوءِ ڪاتل ٻار کي، هڪ ٽنگ تي منڊڪ - منڊڪ ڪري، ٻين ٻارن کي ڪاهائڻو آهي. ان وقت پيا ٻار 'آڳي ٻار' کي چوندا:

منڊا ڙي منڊا، ڪيڏانهن ٿو وڃين؟

ڀير چونڊڻ. (جواب ڏيندو)

چوندس: ڪنڊا لڳندءِ!

جُتي اٿم. (جواب ڏيندو)

چوندس: ٻڪ لڳنديئي!

لولو اٿم. (جواب ڏيندو)

چوندس: آڄ لڳنديئي!

ٻاٽي اٿم. (جواب ڏيندو)

پوءِ، هڪ ٽنگ تي منڊڪائيندو، ڪاهي پوندو ٻارن جي پٺيان - پوءِ جنهن کي ڪاهايائين، سو آگ ڏيندو - ۽ راند وري نئين سِر شروع ٿيندي.

## 'ڦرڦر سونٽو' راند.

هيءَ راند ٻه ٻارن لاءِ ڏاڍي وڻندڙ آهي، ۽ سنڌ جي هر شهر توڙي ڳوٺ ۾ عام طرح سان ٻار ڪندا رهن ٿا. هن راند ۾ وري اڳ ڏيڻ لاءِ ٻار پاڻ ڪي پاڙيهي پيش ڪندا آهن. جيئن ڪو ٻار چوندو: "سوني پڳ ڪنهن جي ٻيءَ تي؟" ۽ ڪنهن وراڻيو "منهنجي پيءَ تي"، ته اهو اڳ ڏيندو.

'اڳيو ٻار' جي هٿ ۾ ڏيندا ڪپڙي جو وٽيل سٽونٽو، ۽ ٻيا سڀ وڏو گول دائرو ٺاهي ويهندا. هن راند ۾ ڏهن ڪان ويندي چاليهن ٻارن تائين شريڪ ٿي سگهندا آهن.

اڳيو ٻار، سٽونٽو هٿ سان ڦيرائيندو، گول جي ٻاهرئين پاسي کان پيو ڦرندو ـ ان وقت چوندو:

ڦرڦر سٽونٽو!

| | |
|---|---|
| دٻلي تي چٽڪي! | (سڀ ٻار گڏجي وڏي آواز وراڻيندا) |
| ٺامو ٺو ٺڪي! | (چوندو) |
| بکر (پنهنجي شهر جو نالو) تو پٽڪي! | (وراڻي ملنديس). |
| سون سون پائي ڏي! | (چوندو) |
| دٻلي چٽڪائي ڏي! | (وراڻي ملنديس) |

انهن ٻولن چوندي، من ۾ اها هونديس ته سٽونٽو ڪنهن ٻار جي پٺيان رکان ـ سو به ايئن جيئن ان کي خبر نه پوي. بس، پوءِ جي ٻهرئين دفعي ۾ جوٽ لڳس ته واه، نه ته پيو دفعو ٻول چوندو، ٽيون دفعو چوندو ـ چوڏون، پنجون، ڇهون، ستون ـ گهٽو ڪري ته ڇهن دفعن ۾ سونٽو رکي ويندو، پر جي ٻار هشيار آهن، ۽ ڇهن دفعن ۾ نه رکي سگهيو، ته ستين دفعي ۾ ته ڪيس هر حالت ۾ رکڻو آهي، پلي ته اهو ڪو ٻار ڏسي به وٺيس. پر، گهٽو ڪري ائين ڪونه ٿو ٿئي، ۽ اڳيو ٻار ٻهرئين يا ٻئي دفعي ۾ سونٽو ڪنهن ٻار پٺيان رکيو وڃي.

جيئن ته هن راند ۾ ويٺل ٻارن کي ڪنڌ ورائي پٺيان ڏسڻو نه آهي، پر ٽيڏيءَ اک سان ڏسڻو آهي، ان ڪري، جنهن ٻار جي پٺيان سونٽو

ـ ڳل ڦل

رکيو ويو، تنهن جي غفلت ۾ اچي نه ڏلو، ته 'آڳي ٻار' ڳول جو ڦيرو پورو ڪري اچي سُونٽو ڪندو، ۽ ويٺل ٻار تي سٽڪا لائي ڏيندو- جيستائين اهو ٻار اتان اٿي، ڳول جو ڦيرو پورو ڪري، وري نه اچي پنهنجي جاءِ تي ويهي. پر، ان جي ابتڙ، جي ڪنهن هوشيار ٻار 'آڳي ٻار' کي پنهنجي پٺيان سونٽو رکندو ڏسي ورتو، ته يڪدم اٿي، سونٽو کڻي، ڪاهي پوندس پٺيان: جي ڳول جي ڦيري ۾ ئي اچي هٿ آيس، ته پوءِ ته ٿي سونٽا وهائي ڪڍندس، پر جيڪڏهن هن کي ويهي نه سگهيو ۽ آڳي ٻار اچي سندس جاءِ تي ويهي رهيو، ته پوءِ آڳ ان کي ڏيڻي پوندي، ۽ وري راند نئينءَ سنئينءَ!

## ڪارو ڪير يا ناني ڳڪي

هن راند ۾ ٻه ٻار وڏو ڳول ٺاهي ويهندا آهن- هڪ ٻار (نينگريءَ) کي ويهاريندا وچ ۾، جيڪا ويٺي مٿي ڦولهاريندي ۽ هٿوراڙيون ڏيندي. هن راند ۾ آڳ واري تي ٻڌي آهي. 'آڳي ٻار' ڪن دائري ۾ ويٺل هڪ ٻار پڇندو:

ناني ڙي ناني، ڇا وڃايو اٿئي؟

سُئي. (جواب ڏيندي)

سُئيءَ کي ڇا ڪندينءَ؟ (چوندس)

ڳوڻري سبنديس. (جواب ڏيندي)

ڳوڻريءَ کي ڇا ڪندينءَ؟ (چوندس)

پيسا گڏ ڪنديس! (جواب ڏيندي)

پيسن کي ڇا ڪندينءَ؟ (چوندس)

ڪُڪڙ وٺنديس! (جواب ڏيندي)

ڪُڪڙ کي ڇا ڪندينءَ؟ (چوندس)

آنا وڪڻنديس! (جواب ڏيندي)

آنا وڪڻي ڇا ڪندينءَ؟ (چوندس)

پيسا وٺنديس! (جواب ڏيندي)

پيسن کي ڇا ڪندينءَ؟ (چوندس)

مينهن (يا ڪنوڻ يا ٻڪري) وٺنديس! (جواب ڏيندي)

- ڳل ڦل

مينهن کي ڇا ڪندينءَ؟ (چوندس)

کير ڏهنديس! (جواب ڏيندي)

ان وقت، هڪ ٻار يا سڀ ٻار هٿ وڌائي چوندس: ”ناني، ٿورو کير ته ڏي!“ ناني ڪٿي مٽيءَ جي اپ (کير)، هٿ ۾ ڏيندي ين. بس پوءِ هنگامو مچي ويندو، ۽ وٽني سيٽي ٻار چيڙائيندس.

”ناني، تنهنجو کير کارو! ... ناني، تنهنجو کير کارو!“

پوءِ سڀ ٻار، ’اهو‘ ’اهو‘ ڪري، اچي ورائيندس. اتي نانيءَ جا ٻه ڪن ڪڙا ٿيندا: ڪنڌ مٿي ڪري سيني کي ڦهري نظرن سان ڏسندي، ۽ ڪاوڙ مان ڪپڙا چنڊي، اٿي ڪڙي ٿيندي – ۽ ڪاهي پوندي ٻارن جي پٺيان. پر، ناني، جا ٿي پوڙهي، سو کي نظر زمين ۾ کپائي پوءِ ڪاپائٿو اٿس، تنهنڪري ٻنهي گڏکي ٿي هلندي. اکيون هونديس پيلا پترن ۾، پوءِ ڪٿي ڪنهن در سان وڃي لڳندي، ڪٿي ڪنهن پٽ سان وڃي ٽڪربي، ۽ ٻارن جا پيا ڪُوڪرا پوندا. اهڙيءَ طرح، ناڻ پوءِ جنهن کي ڪاپائيندي، سو آگ ڏيندو – ۽ راند وري نئين سنئين!

## ’ڪمري‘ يا ’بادشاهه‘ راند

هن راند ۾ ٻار پنهنجا ٻه اڳواڻ چونڊيندا، جي منجهائن ’آڳيءَ‘ چونڊڻ لاءِ سوچيندا. پوءِ پاڻ مان هڪ ٿي ”نغارو“ ۽ ٻئي ٿي ”توتارو“ يا پيا ڪي اهڙا نالا رکندا – ۽ پوءِ ٻارن کي ڪرائيندا قطار. قطار جي ٻنهي ڇيڙن تي ٻه هشيار ٻار، ٻنهي اڳواڻن جا عيوضي، ويهندا. پوءِ هڪ اڳواڻ پنهنجي پنهنجي عيوضيءَ کي سڏيندو. ٻنهي عيوضين کي گڏ ويهاريندا، جن مان هڪ کي چوندا: ”پڇ!“

ٻار پڇندو، پنهنجي نه پر ٻئي اڳواڻ کان:

ماما سليمان! (نالو کهڙو ٻه ونن)

جواب ڏيندو: جيءَ ياڻيجا ڪڪڙخان! (پکيءَ يا جانور جو نالو کهڙو ٻه ڪٽي)

پڇندو: تنهنجي گهوڙي آرڪين پار؟

جواب ڏيندو: منهنجي گهوڙي پار!

پڇندو: ’توتارو‘ يا ’نغارو‘؟

جي ٻار ان اڳواڻ تي رکيل نالو صحيح ٻڌايو، تہ ان اڳواڻ جي ٽولي آگ ڏيندي؛ نہ تہ سندس ٽولي يعني ٻئي اڳواڻ واري ٽولي. آگ وٺندڙ ٽوليءَ جي ٻارن کي هاڻ سڏيندا "بادشاهہ ٻار"، ۽ آگ ڏيندڙ ٽوليءَ جي ٻارن کي "خادم ٻار".

پوءِ 'خادم ٽوليءَ' جا ٻار ڏيندا آگ، ۽ اکيون پوري سڀ ٻن ٻن وکن جي وڇوٽيءَ تي هڪ طرف مُنهن ڪري ويهي رهندا؛ ۽ "بادشاهہ ٽوليءَ' جا ٻار وري سندن سامهان تي ويهندا پوءِ اڳواڻ چوندا:

"بادشاهن کي سلام ڪريو!

"خادم سڀ حاضري ڀريو!"

پوءِ 'خادم ٽوليءَ' جا ٻار، اکيون ٻوٽي، "بادشاهہ ٽوليءَ' جي ٻارن ڏانهن وڌندا، ۽ انهن جي قطار وچان لنگهڻ جي ڪوشش ڪندا. "خادم ٽوليءَ" جا جيڪي ٻار وڃي "بادشاهہ ٽوليءَ" جي ٻارن سان منهان منهن لڳا، تہ اهي بادشاهن جا ٽيا- ۽ انهن کي "راڻيون" چئي، ڪرائيندن 'بادشاهہ ٽوليءَ" جي ٻارن سان "شاديون". باقي جيڪي ٻار اڪل سڪل ڪري نڪري ويا، سي انهيءَ جنجهٽ کان تہ ڇٽا، پر جي "ڇاڇي" ضرور ٿيندا. پوءِ ٺهنديون ٻہ ٽوليون: "بادشاهہ ٽوليءَ" جي سگهڙن ٻارن جي، ۽ ٻي "خادم ٽوليءَ" جي باقي ٻچيل ٻارن جي. پوءِ اهي ساڳيا ڦهريان اڳواڻ ٻنهي ٽولين جي وچ ۾ تي ويهندا، ۽ واري سان هڪبئي کان پڇندا:

بادشاهہ ڙي بادشاهہ، ڇا رڌو اٿئي؟

...لڏون ۽ پيڙا! (ستي طعام جو ڪوبہ نالو وٺي)

ڇا ۾ رڌءِ؟

...سون جي ٿانوَ ۾!

ٿورو تہ ڏي! ۽ پوءِ (ڪوڙ ٻچائي هٿ ۾ وٺي، ۽ چکي چوندو)

واه واه!

خادم ڙي خادم، ڇا رڌو اٿئي؟

...ڪنڊن جي ڀاڄي!

ڇا ۾ رڌءِ؟

...لڪڙ جي ٿانوَ ۾!

-ڳل ڦل

ٿورو ته ڏي!
(پوءِ، ڪوڙ پڇاڻي وٺي، هڪدم ٿڃي ڪري، چوندو:)
ڪنڊا ڙي ڪنڊا!

پوءِ 'خادم ٽوليءَ' جي ٻارن کي وٺي سڀئي ٻار چيڙائيندا، ۽ هو وري پيا منهن لڪائيندا، شرمائيندا، ۽ مٺيون بند ڪندا (ڪنڊا لڪائيندا). سڀ جڏهن مٺيون بند ڪندا، ته پيا ٻار وري مٿان اچي ڪڙڪندن، ۽ سندن مٺين کولڻ جي ڪوشش ڪندا. ڪافي دير تائين چڪتاڻ هلندي. پوءِ جيڪڏهن ڪنهن به هڪ ٻار ڪنهن به هڪ جي مٺ کولي وڌي، ته ڏاڍيان چوندو:

"اسان نه ماريو، ڪاري ڪتي ماريو،
"اسين ماڻهو ريل ۾، ڪارو ڪتو جيل ۾!"

بس، اتي سڀ ڊراڻي ويندا، ۽ راند جي پڄاڻي ايندي - وري راند نئين سِر ٿيندي.
('هلندڙ)

---

# اَٽ کي پاڻي پياري ڏي!

لَڪَڙ پڄي لڪڙ ڪڇي:

لَڪَڙ ۾ لارو،
تاري هنٺو منڊ،
چنڊ ڪٿي چانڊاڻ،
ماڇاڻ لا تا آنا،
ڪانن ڪئي هير،
تن وِيرن ڪئي گرڙي
ڪاٺيءَ ڪرڙيءَ ڏني پٺ ـ

ٻي چڙهيو تارو،
ٻي چڙهيو چنڊ،
ٻي چڙهي ماڇاڻ،
ٻي چڙهيا ڪانا،
ٻي چڙهيا وِيهه وِير،
ٻي چڙهي ڪاٺي ڪرڙي،
ٻي چڙهي آٽ ـ!

ـ گل: ٿل

# روشنيءَ جا منارا

سمنڊن ۾، لائيٽ هائوس جي موجودگيءَ ڪري، جهاز راني آسان ۽ سولي ٿي پيئي آهي - ڪارين اونداهين راتين ۽ طوفانن ۾، جهازن جا راهبر اهي روشنيءَ جا منارا ئي آهن، پر سمنڊ ۾ پٿر جي خطرناڪ ڇپن ۽ ٽڪرين تي اهي منارا ٺاهڻ ڪيترو نه مشڪل ڪم آهي!



سمنڊ خطرن جو گهر آهي. هن ۾ وڏيون وڏيون ڇپون، ٽڪر ۽ ڪٽي ريتيءَ جا ڍڳا هوندا آهن، جن ۾ جيڪڏهن جهاز ڦاسي پوي يا انهن سان ٽڪرجي پوي، ته پرزا پرزا ٿي وڃي. انهن خطرن کان جهازن کي بچائڻ لاءِ روشنيءَ جا منارا ٺاهيا ويندا آهن. پر انهن کي ٺاهڻ ايترو ته ڏکيو آهي، جو انهن کي ٺاهيندي، سالن ۾ هڪ مزور ٽيهن ڪلاڪن کان وڌيڪ ڪم ڪونه ڪري سگهندو آهي.

اسڪاٽلنڊ ۾ "بلاراڪ" تي هڪ روشنيءَ جو منارو ايترو ته مشڪل سان ٺاهيو ويو، جو سارڳي وقت ۾ ڪان وڌيڪ ماڻهو آتي گڏجي ڪم ڪونه ڪري سگهندا هئا. پهريائين ڇپ ۾ ٽنگ ڪيائون، وري انهن ۾ لوهه جون سيخون وڌائون، جن مٿان وري لوهه جو پليٽ فارم (ڏڪو) ٺاهيو ويو. جڏهن سمنڊ جون خوفناڪ ڇوليون انهيءَ ڏڪي سان اچي ٽڪرائينديون هيون، ته مزور ساهه روڪي، سدا سمهي، سيخن کي چنبڙي پوندا هئا، ۽ پوءِ ڇوليون واپس ورنديون هيون، ته وري آئي ڪم کي لڳي ويندا هئا.

ـ گل ڦل    ١-١٩٥٩ع

جڏهن هڪڙو "ايڊي اسٽون" نالي لائيٽ هائوس تيار ٿيو هو، تڏهن پٿر جي چهن ۽ پارهن ٽنگن ڪرڻ لاءِ چار ورهيه لڳي ويا هئا. سو به رڳو مناري جي بنياد رکڻ لاءِ!

منارن ٺاهڻ لاءِ، وڏيون وڏيون مشينيون، ريتي ۽ پٿر، وغيره ڀيڙين رستي پهچائڻ ويتر مشڪل آهي. هڪ منارو "بيچ هيڊ" تي ٺاهيو ويو. اها جڳهه، جنهن تي منارو ٺاهيو ويو هو، سا ڏاڍي ڦاهين هئي، ڪري، ڪوهيري ۾ ڍڪجي ويندي هئي، جنهنڪري جهازرانن کي منارو نظر ئي نه ايندو هو. تنهنڪري هڪ ٻيو منارو، انهيءَ جڳهه جي ڀرسان ئي سمنڊ ۾ ٺاهيو ويو. ڀهريائين هڪ وڏي ڪڏ کوٽي، ان جي چوطرف بند ٻڌائون، ۽ هڪ لوهه جو پليٽ فارم به ٺاهيائون. اهو ڇڄ هڪ ٻيڙاءُ جو هنڌ هو، جتي مزور ڇولين کان بچي، ڪم ڪري سگهيا ٿي. جڳهه تائين سامان هيٺ پهچائڻ لاءِ، لوهه جي هڪ ريلوي لائين به ٺاهيائون. مضبوط تارن جا ڏگها سلسلا جڳهه وٽان سمنڊ ۾ پليٽ فارم تائين جاري ڪيائون. اهي تارون هڪ سو ٽن کان وڌيڪ بار کڻي سگهنديون هيون. انهن تارن جو ڪم بار سان لڏيل ڏيو جيڏن ڏولن کي جڳهه تي وٺي وڃڻ ۽ واپس آڻڻ هو. انهن ڏولن ۾ هڪ ئي وقت ٻارهن مزور ويهي سگهندا هئا. انهيءَ مناري جو قطر ۴۸ فٽ آهي، هيٺ مٿي ڪل اٺ ڪمرا اٿس – سڀ کان مٿين ڪمري ۾ روشني اٿس، جا گهڙيءَ گهڙيءَ ڦري، جهازرانن کي رستو ڏيکاريندي آهي. (ترجمو)

---

اوهان جيڪڏهن روشنيءَ جو منارو پنهنجن اکين سان ڏسڻ چاهيو، ته ڪراچيءَ ۾، منهوڙي ڏانهن وڃجو. اتي، سمنڊ جي ڪناري تي، هڪ روشنائيءَ جو منارو آهي، جنهن ۾ چوطرف ڦرندڙ روشني آهي. انهيءَ مناري جي ڀرسان هڪ ننڍيرو ٻيو منارو به اوهان کي نظر ايندو. جن ڏينهين منهوڙي تي بجلي ڪانه هوندي هئي، تن ڏينهين، اهو ننڍيرو پراڻو منارو ڪتب ايندو هو. ان کان ڪم اجهو ائين وٺندا هئا ته سنڌس ٻنهي مٿين طبقي تي، سڄي رات، باهه جو وڏو مچ ٻاريندا هئا - باهه جي سوجهري ۽ چمڪي تي جهازن کي پري کان پتو پوندو هو ته ڪراچي بندر ڪٿي آهي.

# ڏيهه ڏيهه جون خبرون

● انگلينڊ جي ٿارنوسڪ اسڪول جي صرف ٣٢ شاگردن پنهنجو راند



جو ميدان پاڻ ٺاهيو آهي. والدين
جي ۽ وقت بوقت پنهنجن ماسترن جي مدد
سان اٽڪل ٥٠ ڪنال جو وسيع ميدان،
جهنگلي ٻوٽن ۽ وڻن سان ڀريل، صاف سٺو
ڪري، راند ڪرڻ لائق بڻايو اٿن.
هن ڪم ڪرڻ ۾ ٻه ورهيه لڳا؛ ڇوڪرن جي موڪلن
۾، نه جيئن ساڻن رهي ۽ فرصت هجي.
— ڪهڙو نه "پنهنجي مدد پاڻ ڪريو" جو سٺو مثال آهي نه هي!

● امريڪا ۾، هڪ ڇوڪريءَ جي گهر، پاليل ڪتيءَ کي ڪتڙا ڄاوا.
انهن مان هڪڙو ڇوڪريءَ سان ڏاڍو هري ويو، ايتري قدر، جو هوءَ
ڪٿي ٻاهر ويندي هئي، ته ولي ڪوڪاٽ ڪرڻ لڳندو هو. هڪ ڏينهن،
ڇوڪريءَ جي ساهيڙي آئي ۽ چيائين ته "هل ته سئنيما ڏسي اچون،
ڏاڍي سٺي فلم آهي!" ڇوڪريءَ چيس ته "هي ننڍڙو ڪتڙو نٿو ڇڏي-
هندو ته ڪوڪاٽ ڪندو!" سندس ساهيڙيءَ کي هڪ ترڪيب
سجهي آئي. ۽ پنهنجي گهران ننڍڙا ٻاراڻا ڪپڙا کڻي آئي. پوءِ ٻنهي
گڏجي، ڪتي جي گلر کي اهي ڪپڙا پارايا، ۽ پوءِ ٻاراڻي ڪمبل ۾
ان کي ويڙهي، سئنيما تي کڻي ويون.

ويچارين کي ٿوري دير ٿي ويئي هئي- فلم اڳ ۾ ئي شروع ٿي
چڪي هئي! خير، هو وڃي پنهنجيءَ سيٽ (جاءِ) تي ويٺيون. فلم اڌ ختم ٿي.
پاسي واريءَ مائيءَ ڪتي واريءَ ڇوڪريءَ کي ڏسي چيو ته "ڪهڙو
نه غريب ٻار اٿئي؟ ويچارو سڄو وقت ماٺ ڪيو ستو پيو آهي!" پوءِ ته
امڙيءَ "غريب ٻار" جي گهڻي تعريف ڪئي. ڇوڪريون دل ئي دل ۾ ڏاڍيون
خوش ٿيون. سندن ترڪيب ڪامياب ٿي هئي نه! خير، جڏهن فلم پوري ٿي،

# روشنيءَ جا منارا

سمنڊن ۾، لائيٽ هائوس جي موجودگيءَ ڪري، جهاز راني آسان ۽ سولي ٿي پيئي آهي - ڪارين اونداهين راتين ۽ طوفانن ۾، جهازن جا راهبر اهي روشنيءَ جا منارائي آهن، پر سمنڊ ۾ پٿر جي خطرناڪ ڇپن ۽ ٽڪرين تي اهي منارا ٺاهڻ ڪيترو نه مشڪل ڪم آهي!



سمنڊ خطرن جو گهر آهي. هن ۾ وڏيون وڏيون ڇپون، ٽڪر ۽ ڪٽي ريتيءَ جا دڙا هوندا آهن، جن ۾ جيڪڏهن جهاز ڦاسي پوي يا انهن سان ٽڪرجي پوي، ته پرزا پرزا ٿي وڃي. انهن خطرن کان جهاز کي بچائڻ لاءِ روشنيءَ جا منارا ٺاهيا ويندا آهن. پر انهن کي ٺاهڻ ايترو ته ڏکيو آهي، جو انهن کي ٺاهيندي، سال ۾ هڪ مزور ٽيهن ڪلاڪن کان وڌيڪ ڪم ڪونه ڪري سگهندو آهي.

اسڪاٽلنڊ ۾ ”بلاراڪ“ تي هڪ روشنيءَ جو منارو ايترو ته مشڪل سان ٺاهيو ويو، جو ساڳئي وقت پن کان وڌيڪ ماڻهو آتي گڏجي ڪم ڪونه ڪري سگهندا هئا. پهريائين ڇپ ۾ ٽنگ ڪيائون؛ وري انهن ۾ لوهه جون سيخون وڌائون؛ جن مٿان وري لوهه جو پليٽ فارم (دڪو) ٺاهيو ويو. جڏهن سمنڊ جون خوفناڪ ڇوليون انهيءَ دڪي سان اچي ٽڪرائينديون هيون، ته مزور ساهه روڪي، سدا سمهي، سيخن کي چنبڙي پوندا هئا؛ ۽ پوءِ ڇوليون واپس ورنديون هيون، ته وري آتي ڪم کي لڳي ويندا هئا.

جڏهن هڪڙو ”ايڊي اسٽون“ نالي لائيٽ هائوس تيار ٿيو هو، تڏهن پٿر جي ڇپن ۾ بارهن ٽنگن ڪرڻ لاءِ چار ورهيه لڳي ويا هئا. سو به رڳو مناري جي بنياد رکڻ لاءِ!

منارن ٺاهڻ لاءِ، وڏيون وڏيون مشينيون، ريتي ۽ پٿر، وغيره، ڀڙين رستي پهچائڻ ويتر مشڪل آهي. هڪ منارو ”بيچ هيڊ“ تي ٺاهيو ويو. اها ڇپ، جنهن تي منارو ٺاهيو ويو هو، سا ڏاڍي مٿاهين هئڻ ڪري، ڪوهيري ۾ ڍڪجي ويندي هئي، جنهنڪري جهازرانن کي منارو نظر ئي نه ايندو هو. تنهنڪري هڪ ٻيو منارو، انهيءَ ڇپ جي ڀرسان ئي، سمنڊ ۾ ٺاهيو ويو. ڀهريائين هڪ وڏي ڪڏ کوٽي، ان جي چوڌاري بند ٻڌائون، ۽ هڪ لوهه جو پليٽ فارم به ٺاهيائون. اهو ڇپ هڪ بچاءَ جو هنڌ هو، جتي مزور ڇولين کان بچي، ڪم ڪري سگهيا ٿي. ڇپ تان سامان هيٺ پهچائڻ لاءِ، لوهه جي هڪ ريلوي لائين به ٺاهيائون. مضبوط تارن جا ڏگها سلسلا ڇپ وٽان سمنڊ ۾ پليٽ فارم تائين جاري ڪيائون. اهي تارون هڪ سو ٽن کان وڌيڪ بار کڻي سگهنديون هيون. انهن تارن جو ڪم بار سان لڏيل ڏيو جيڏن ڏولن کي ڇپ تي وٺي وڃڻ ۽ واپس آڻڻ هو. انهن ڏولن ۾ هڪ ئي وقت ٻارهن مزور ويهي سگهندا هئا. انهيءَ مناري جو قطر ۴۸ فٽ آهي، هيٺ مٿي ڪل اٺ ڪمرا اٿس – سڀ کان مٿئين ڪمري ۾ روشني اٿس، جا گهڙيءَ گهڙيءَ ڦري، جهازرانن کي رستو ڏيکاريندي آهي. (ترجمو)

---

او هان جيڪڏهن روشنيءَ جو منارو پنهنجن اکين سان ڏسڻ چاهيو، ته ڪراچيءَ ۾، منهوڙي ڏانهن وڃجو. اتي، سمنڊ جي ڪناري تي، هڪ روشنائيءَ جو منارو آهي، جنهن ۾ چوطرف ڦرندڙ روشني آهي. انهيءَ مناري جي ڀرسان هڪ ننڍيرو ٻيو منارو به او هان کي نظر ايندو، جن ڏينهين منهوڙي تي بجلي ڪانه هوندي هئي، تن ڏينهين، اهو ننڍيرو پراڻو منارو ڪتب ايندو هو. ان کان ڪم اجهو ائين وٺندا هئا ته سندس بنهه مٿئين طبقي تي، سڄي رات، باهه جو وڏو مچ ٻاريندا هئا – باهه جي سوجهري ۽ چمڪي تي جهازن کي پري کان پتو پوندو هو ته ڪراچي بندر ڪٿي آهي.

# ديس ديس جون خبرون

● انگلنڊ جي نارفوڪ اسڪول جي صرف ٢٣ شاگردن پنهنجو راند جو ميدان پاڻ ٺاهيو آهي. راند ڪائيءَ جي وقت ۾، پنهنجن ماسترن جي مدد سان، اٽڪل ٨٠٠ ڪن چورس وال ميدان، جهنگلي ٻوٽن ۽ پٿرن سان ڀريل، صاف سٿرو ڪري، راند ڪرڻ لائق بڻايو اٿن. ڪن ٽڪرن تي وري ڇپرون پوکيون اٿن، ته جيئن ساوڪ رهي ۽ فرحت اچي.



-ڪيئن ٻارؤ؟ "پنهنجي مدد پاڻ ڪريو" جو سٺو مثال آهي نه هيءُ!

● آمريڪا ۾، هڪ ڇوڪريءَ جي گهر، پاليل ڪتيءَ کي گُلرڙا ڄاوا. آنهن مان هڪڙو ڇوڪريءَ سان ڏاڍو هري ويو، ايتريقدر، جو هوءَ ڪٿي ٻاهر ويندي هئي، ته وٺي ڪونڪات ڪرڻ لڳندو هو. هڪ ڏينهن، ڇوڪريءَ جي ساهيڙي آئي ۽ چيائين ته "هل ته سئنيما ڏسي اچون، ڏاڍي سٺي فلم آهي!" ڇوڪريءَ چيس ته "هي ننڍڙو ڪتڙو نٿو ڇڏي- هلندس، ته ڪونڪات ڪندو!" سندس ساهيڙيءَ کي هڪ ترڪيب سجهي آئي، ۽ پنهنجي گهران ننڍڙا ٻاراڻا ڪپڙا ڪٺي آئي. پوءِ ٻنهي گڏجي، ڪتي جي گلر کي اهي ڪپڙا پارايا، ۽ پوءِ ٻاراڻي ڪمبل ۾ ان کي ويڙهي، سئنيما تي ڪٺي ويون.

ويچارين کي ٿوري دير ٿي ويئي هئي- فلم اڳ ئي شروع ٿي چڪي هئي! خير، هي وڃي پنهنجيءَ سيٽ (جاءِ) تي ويٺيون. فلم اڌ ختم ٿي. پاسي واريءَ مائيءَ ڪتي واريءَ ڇوڪريءَ کي ڏسي چيو ته "ڪهڙو نه غريب ٻار اٿئي؟ ويچارو سڄو وقت ماٺ ڪيو سٺو پيو آهي!" ٻين به اهڙي "غريب ٻار" جي گهڻي تعريف ڪئي. ڇوڪريون دل ئي دل ۾ ڏاڍيون خوش ٿيون. سندن ترڪيب ڪامياب ٿي هئي نه! خير، جڏهن فلم پوري ٿي،

-گل ڦل

تڏهن پيئي ٻاهر نڪتيون. هنن جو ٻاهر نڪرڻ، ۽ ماڻهن جو عجب ۾ پئجي، هنن کي گهورڻ... پوءِ ته اجي سڀ ماڻهو ٺهڪڙن ۾ پيا... ويچاريون پيئي ڇوڪريون گهٻرائجي ويون ته 'هيئر وري ڇا ٿيو!' ايتري ۾ سندن نظر وڃي سامهون پٽ ۾ لڳل ڊگهي آئيني تي پيئي... ڪترو سچو ڪپڙن، ويڙهيو سيڙهيو پيو هو- سو ته برابر، پر سندس پڇ ڪمبل ڪان ٻاهر لڙي رهيو هو!...... حق تي ماڻهو پئي کِلِيا نه! ويچاريون پوءِ وٺي ڀڳيون!

● ڊاڪٽي فرانس جي ڳوٺن جا گڏهه به سُوٽ ڪوٽ پائيندا آهن! عجب جهڙي ڳالهه ته آهي، پر آهي صفا سچي.

اصل ڳالهه هيءَ آهي ته انهن ڳوٺن ۾ زهريلا مڇر ڏادا گهڻا آهن، تنهنڪري ڪڙمي ويچارا انهن پليت مڇرن کان بچائڻ لاءِ پنهنجن گڏهن کي به ڪپڙا ڍڪائيندا آهن. پوءِ، اُتي جو لباس ئي سوٽ ڪوٽ آهي نه- سو گڏهه به مزي سان بوتيل سوتيل لڳا پيا گهمن!

● انگلنڊ ۾، هڪڙي امير ماڻهوءَ جي ٽيهن سالن کان اها عادت آهي ته هو، روزانو شام جو، هواخوريءَ لاءِ نڪرڻ مهل، ٻن پائونڊن (ويهارو کن رپين) جي مٺائي ۽ ميوا خريد ڪندو آهي، ۽ پوءِ ٻهريائين يتيم ٻارن جي هڪڙي اسڪول ۾، شاگردن کي مٺائي ورهائي ڏيندو آهي، ۽ اتان ٿي لنڊن جي اسپتال ۾ ويندو آهي، جتي مريضن کي ميوو ورهائي ڏيندو آهي. هو پنهنجي شام، گذريل ٽيهن سالن کان، ائين ئي گذاريندو پيو اچي.

هاٿي هي به ٻڌو...

سنڌ ۾ هڪڙو زميندار آهي، جنهن کي چاليهه ڪتا آهن. انهن ڪتن کي صبح جو ڊبل روٽي ۽ ڏنئرو ملندو آهي، منجهند جو پلاءُ ۽ گوشت، ۽ رات جو گرم کير، جنهن ۾ مصري ۽ ٿوٽا هوندا آهن. انهن ڪتن جي سنڀال لاءِ ويهارو کن نوڪر اٿس، سياري ۾ هڪ هڪ ڪتي کي بند جاءِ ۾ گرم ڪتو ڍڪايو ويندو آهي، ۽ اونهاري ۾، گرمي سبب، ڪتا ڪيٽا ڏانهن هوا بدلائڻ ويندا آهن! انهيءَ زميندار جي فرصت جو سمورو وقت ائين ڪتن جي ٽهل ٽڪور، ۽ شڪار ۾ گذرندو آهي.

- گل ڦل



## ڀلا ٻڌايو ته

(١) سڀ کان وڏيڪ آدمشماري يورپ جي ڪهڙي شهر جي آهي؟

(٢) ”بوئر“ جي جنگ ڪڏهن لڳي، ۽ ڪنهن جي وچ ۾؟

(٣) ١٥ ع. گهڻا ڪلاڪ ٿيا؟ •

(٤) انگلنڊ ۾، وڏي ۾ وڏو اعزازي ٻلو ڪهڙو سمجهيو ويندو آهي؟

(٥) ڪڏهن ڪا موٽر ٤٠٠ ميل في ڪلاڪ جي حساب سان ٻه هلائي ويئي آهي؟

(٦) چيني ٻولي ڀلا ڪيئن لکي ۽ پڙهي ويندي آهي؟

(٧) اهو ڪهڙو ملڪ آهي، جنهن جي قومي تراني جا هي لفظ آهن:

”اسان جي نوجوانن لاءِ هينئر هر دروازو کليل آهي.
اسان جا ٻڍا هرطرح عزت ۽ احترام سان رهن ٿا.“

(جواب هن رسالي جي ڪنهن صفحي تي ڏسو.)

# جيڪو جلد ٻڌائي

(١) هوائي جهاز ڪراچيءَ کان لاهور وڃڻ ۾ ڏيڍ ڪلاڪ ٿو وٺي، ۽ موٽي ٩٠ منٽن ۾ ٿو اچي. اهو ڪيئن؟

(٢) هڪڙو ماڻهو پنهنجي ڪتي سان باغ ۾ پيو گهمي. ڪتو سندس اڳيان ڪونه ٿو هلي، نڪو وري پٺيان ٿو هليس، ۽ نه ئي وري سندس پاسي کان، ۽ متي تي ڪتي کي ڪو ويهاري نٿو سگهي! پيرن هيٺان به ڪونهيس. هاڻي توهان ٻڌايو ته ڪتو هن جي ڪهڙي پاسي کان پيو گهمي؟

(٣) ريل گاڏي جڏهن اڳتي ڊوڙڻ لڳندي آهي، ته ان جو دونهون پٺتي ويندو آهي. پر، لنڊن جي شهر ۾، هڪ دونهين کان بچڻ لاءِ، ۽ ٻيو تيز رفتاريءَ ۽ سائي وقت ڪفايت شعاريءَ لاءِ، ريل گاڏيون بجليءَ تي هلائيندا آهن. اتي هڪڙو "هائيڊ پارڪ" باغيچو آهي. ٻيءَ هڪڙيءَ مشهور جاءِ جو نالو "برٽش ميوزم" آهي. هائيڊ پارڪ کان هڪ ريل گاڏي، سٺ ميل جي رفتار سان برٽش ميوزم ڏانهن وڃي ٿي. برٽش ميوزم ايرندي طرف آهي، واءُ اولهه جو لڳي ٿو: ٻڌايو ته گاڏيءَ جو دونهون ڪهڙي طرف ويندو؟

## پلا ٻڌايو ته — جواب

(١) ماسڪو (٢) ١٨٩٩-١٩٠٢ ۾. انگريزن، ۽ ڏکڻ آفريڪا ۾ آباد ٿيل گورن ۽ نوآبادگارن جي وچ ۾. (٣) اڌ رات کان پوءِ ١٥ منٽ. (٤) وڪٽوريا ڪراس. (٥) ١٩٣٧ع ۾ جان آر. ڪوب نالي هڪ شخص هلائي هئي. (٦) ملتان کان هيٺ. (٧) سوويت روس.

## جيڪو جلد ٻڌائي — جواب

(١) ساڳي ڳالهه آهي- ڏيڍ ڪلاڪ معنيٰ ٩٠ منٽ.

(٢) ٻئي پاسي کان.

(٣) بجليءَ تي هلندڙ گاڏيءَ ۾ دونهون وري ڪٿان آيو؟

# پروليون ٿا پڇن!

(١) چار آڱريون پنجون آڱوٺو،
هٿ جهڙو هٿ، پر
هڏي نه گوشت!

(٢) هڪ اهڙي جنڙي، جا نڪ تي ويهي، ٻر ٻئي ڪن ٻه هڪڙي!

(٣) نه پکي، نه جانور- جيتامڙو ٻه نه چئون جنهن کي، هٿ لائينس، آف، ڪنڊائي ڪنڊا- ڪنڊن واري ميڙهه ٻه نه چئون جنهن کي.

(٤) ڇهه ڄنگهون ڇاهل کي پاٽي مور نه ٿئي
دعا ڪريو ڙي جيڏيون شال وطن نه اچي!

(٥) اپري ته اوندهه، لهي ته سوجهرو!

(٦) هيترڙو هيترڙو پٽاڻ، جنهن کي سؤ ڪوٽن جو ساڻ.

(٧) ڪانا ڪپي ٿو ڪئي جان:
هڪڙو اڌ ٿس لوهه جو،
ٻيو اڌ ٿس ڪاٺ جو!
- جيڪو نه پڇي سو پٽ ڳوهه جو.

# گل تہ سهي!



● سنئي ۾ سنئي ڪهڙي شي حلوي ۾ پوندي آهي؟

... چڪُ.

● ڊاڪٽر صاحب! يلا ڏند ڪڍڻ جا گهڻا پيسا وٺندا؟

... ڏهہ رپيا!

صرف ٻن سيڪنڊن جي ڪم لاءِ!

... جيڪڏهن چئين، تہ تنهنجو ڏند آهستي آهستي ڪلاڪن ۾ ڪڍان.

* * *

● تون روزانو گهڻا دفعا ڏاڙهي لاهيندو آهين؟

... چاليهہ يا پنجاهہ دفعا

تون پاڳل تہ ناهين!

نہ ڀاءُ، مان حجم آهيان.

●(نوڪر کي) تون ڇو هاڻي ڏينهون ڏينهن بيڪار ٿيندو وڃين؟

... سائين اوهان جي محبت جوئي اثر آهي.

●(شاگرد کي) ڪلاس ۾ ماٺ پيدا ڪرڻ لاءِ ڪهڙو بهتر طريقو ٿيندو؟

... سائين، اسان کي موڪل ڏيئي ڇڏيو.

●(پيءُ کي) بابا، هاڻي اسين شاهوڪار ٿي سگهون ٿا.

... سو وري ڪيئن؟

... اڄ استاد اسان کي پيسن مان رپيا ٺاهڻ سيکاريا آهن.

● ڏکڻ آفريڪا ۾، عيسائين جي هڪڙيءَ ديول جي دروازي مٿان حضرت عيسيٰ جو هي فرمود و لکيل هو: "اوهان سيني لاءِ، منهنجا دروازا سدائين کليل آهن." ۽ انهن اکرن جي هيٺان، ديول جي پادرين هڪ ننڍڙي تختي هڻي ڇڏي هئي، جنهن تي سنهن اکرن ۾ لکيل هو: "فقط گورن ماڻهن لاءِ!"

سنڌي ادبي بورڊ جي بڪ اسٽال، اسٽيشن روڊ، حيدرآباد (سنڌ) وٽان
ان ڪتاب ملي سگهن ٿا. ڪتب فروشن ۽ ايجنٽن کي ٢٥ في صدي ڪميشن
تي وڃي.

| نمبر | ڪتاب | قيمت |
|---|---|---|
| | سير ڪوهستان | ١-٨-٠ |
| | گل شڪر | ٣-٠-٠ |
| | حيات النبي | ٣٨--٠ |
| | تاريخ معصومي | ٥-٠-٠ |
| | ڪليات حمل | ٥-٠-٠ |
| | ديوان بيدل | ٣-٠-٠ |
| | چچ نامو | ٦-٠-٠ |
| | بلو ڪوکر | ٣-٠-٠ |
| | گل ڦل (٢ حصا گڏ) | ٤-٠-٠ |
| ١٠ | خوش خصلت خاتون | ١-٨-٠ |
| ١١ | جهان آرا | ١-١٢-٠ |
| ١٢ | آفتاب ادب | ٢-٤-٠ |
| ١٢ | تاريخ ريگستان | ٥-٠-٠ |
| ١٤ | سنڌ جو سينگار | ٢-٠-٠ |
| ١٥ | سون ورنيون ڏاليون | ٢-١٢-٠ |
| ١٦ | راسيلاس | ٢-١٢-٠ |
| ١٧ | سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ | ٤-٠-٠ |
| ١٨ | سنڌ جو سفر | ١-٠-٠ |
| ١٩ | هدايت الانشاء | ٥-٠-٠ |
| ٢٠ | گل | ١-٠-٠ |
| ٢١ | ايسپ جون آکاڻيون | ٢-٨-٠ |
| ٢٢ | تز ۽ تند رستي | ٣-٠-٠ |
| ٢٣ | ديوان قليچ | ٧-٠-٠ |
| ٢٤ | تحفة الڪرام | ٩-٠-٠ |
| ٢٥ | غلام حسن بخش شاهه | ١-٠-٠ |
| ٢٦ | ڪليات گدا | ٥-٠-٠ |
| ٢٧ | ڪنوار جو آئينو | ٢-٨-٠ |
| ٢٨ | قديم سنڌ | ٥-٨-٠ |
| ٢٩ | سنڌ جي اقيصادي تاريخ | ٤-٠-٠ |
| ٣٠ | جنة السنڌ | ١٠-٠-٠ |
| ٣١ | ڪليات خادم | ٤-٠-٠ |
| ٣٢ | چونڊ آمريڪي مختصر افسانا | ٤-٠-٠ |
| ٣٤ | سيا جو سينگار | ٢-٠-٠ |
| ٣٥ | خود ياوزي | ٣-٨-٠ |
| ٣٦ | دلا رام | ١-٠-٠ |
| ٣٧ | برهانپور جا سنڌي اوليا (اڙدو) | [illegible]-٠-٠ |
| ٣٨ | سنڌ جي تاريخ، جلد ٦، ڪلهوڙا حصو اول (اڙدو) | ٨-٠-٠ |
| ٣٩ | سنڌ جي تاريخ، جلد ٦، ڪلهوڙا حصو ٻيو (اڙدو) | ٨-٠-٠ |
| ٤٠ | مثنوي چنيسر نامه (فارسي) | ٢-٨-٠ |
| ٤١ | تحفة الطاهرين (فارسي) | ٣-٨-٠ |
| ٤٢ | مقالات الشعراء (فارسي) | ٢٠-٠-٠ |
| ٤٣ | مجموعه مثنويات هير و رانجها (فارسي) | ٥-٠-٠ |
| ٤٤ | مثنوي مظهر الآثار (فارسي) | ٣-٨-٠ |
| ٤٥ | تڪمله مقالات الشعراء (فارسي) | ١٢-٠-٠ |

* هندستان ۾، ميسرس رائٽرس ايمپوريم، پيپلس بلڊنگ، سر فيروز شاهه مهتا روڊ، بمبئي وٽان، "گل ڦل" ۽ "مهراڻ" رسالا ۽ بورڊ جا ڇپيا ڪتاب ملي سگهن ٿا.

